# ماندي ٿي نہ مارئي

(شاعري)

## اُستاد بخاري

روشني پبليڪيشن

ڪنڊيارو

2009ع

**Roshni Book No. 475**

**ڪتاب جو نالو: ماندي ٿي نہ مارئي**

**شاعر: اُستاد بخاري**

**ڇاپو ٻيو: © روشني 2009ع**

**ڪمپوزنگ: رفيق حسين ڪولاچي**

**روشني ڪمپوزر اينڊ پرنٽرز حيدرچوڪ، حيدرآباد**

**ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد.**

**ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ**

**قيمت: 100/- رپيا**

**MAANDI THEE NA MAREI**

(Poetry By: **Ustad Bukhari**)

Composed by: Rafique Hussain Kolachi

Roshni Composer and Printer, Hyder Chowk, Hyderabad

Printed by: Fine Communication, Hyderabad, Sindh

Published: Roshni Publication, Kandiaro

2nd Edition © Roshni 2009

## اسٽاڪسٽ

شاهہ لطيف ڪتاب گهر، گاڏي کاتو حيدرآباد، پناڻي بوڪ هائوس اوريئنٽ سينٽر حيدرآباد

ڪاٺياواڙ اسٽور، اردو بازار، ڪراچي، حسين عامر نيوز ايجنسي مين بس اسٽاپ، سجاول

رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو + رهبر بڪ اڪيڊمي، رابعہ سينٽر، لاڙڪاڻو

مدني بڪ ڊيپو، لاڙڪاڻو + نيشنل بوڪ ڊيپو بندر روڊ، لاڙڪاڻو + نوراني بوڪ ڊيپو بندر روڊ، لاڙڪاڻو

اشرف بوڪ اسٽال، مسجد روڊ، نوابشاهہ، سڪندري بوڪ ڊيپو ڪپرو + حافظ ڪتب خانو ڪپرو

المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، سانگهڙ، العزيز ڪتاب گهر، عمرڪوٽ + ٿر ڪتاب گهر عمرڪوٽ

سليم نيوز ايجنسي، نيو بس اسٽينڊ، دادو + جنيد بوڪ ڊيپو دادو

مرچو لال بوڪ ڊيپو بدين + رحيم بوڪ ڊيپو بدين + سوجهرو ڪتاب گهر، بدين، ٿر ڪتاب گهر، مٺي

ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، سکر + عزيز ڪتاب گهر، بئراج روڊ، سکر + الفتح نيوز ايجنسي، مهراڻ مرڪز سکر

گل ڪتاب گهر لک در، شڪارپور، تهذيب نيوز ايجنسي، خيرپور ميرس + نيشنل بڪ اسٽال، پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس

مڪتبہ عزيزيہ کهڙا + سچل ڪتاب گهر، درازا قاسميہ لائبرير، اسپتال روڊ ڪنڊيارو

## انتساب

پنهنجي جِيءَ جذبا،
هي جي دل جا دهڪا،
تن کي منسوب ڪريان ٿو
سنڌ جي سدا حيات، پيغمبر شاعر،
شاهه عبداللطيف سائينءَ جي ذات ڏانهن.

**استاد بخاري**
غريب آباد، دادو
3-9-1992ع

# فهرست

# عرض حال

حملو شديد عشق ڪيو اوچتو نہ هو.
پر پهرينءَ ديد، دل کي ايڏو پتو نہ هو.

ويجهين ملاقاتن ۾ منهنجي رهيل شعري مجموعن جي ڇپجڻ ۾ خاص ڪري خوبصورت ۽ صحيح سالم نموني شايع ڪرائڻ تي سوچ ويچار ٿيندو رهيو آهي.

ان سلسلي ۾ تازو ناري پبليڪيشنس حيدرآباد جي سرواڻ محترم نذير ناز ۽ خزانچي مسز زاهده نور ٽيبو پاران ميان نور محمد ٽيبي دلي آڇ ڪئي تہ پبليڪيشن کي اوهان جي ڪتاب ڇاپرائيندي سرهائي ٿيندي باقي انهن سان لهہ وچڙ ۾ اچڻ جي ذميواري سندس رهندي. ان پيشڪش جي محترم عبد الحميد ابڙي بہ تائيد ڪئي ۽ تاڪيد ڪيو تہ اشاعتي انتظار کي گهٽائڻ لاءِ دير ڪرڻ نہ گهرجي. ابڙو صاحب ان کان سواءِ سنڌي ساهت گهر حيدرآباد ۽ روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو کان ڪتابن ڇاپرائڻ جي مشورن وقت بہ موجود هو.

سيني ساٿين جا احسان. اول تہ انهن جي لاهڻ جي ڪوشش ڪجي، نہ تہ ڳائجن تہ ضرور. آءٌ بنهي صورتن ۾ پاڻ کي اٽپورو ٿو ڏسان، تنهنڪري پڻائيءَ پلاري جو سهارو ٿو وٺان.

ٿورا نہ ٿورا، مون تي ماروئڙن جا.
پلايون پيرا، ڳڻي ڳڻيان ڪيترا.

**استاد بخاري**
غريب آباد- دادو
26-8-1992ع

ماندي ٿيءُ نہ مارئي، تنهنجو الله بہ آهي!
سَوَن ورهين جا ڏُکڙا، هڪ لحظي ۾ لاهي،
اهڙو ئي الله آهي، جو ماڳ رسائي مارئي.

نامعلوم شاعر

ماندي ٿيءُ نہ مارئي، تنهنجا اباڻا آهن،
پنهنجا جَرُ، پنهنجا جتا، پَرَ- پاڻا آهن،
آجائيءَ جا جابَجا هاواڻا آهن،
ٿهاراڻا آهن، ڪوٽ گهٽن کي ڪيرڻا.

لطيفي لنگر منهنجان، مِليو تبرڪ تِرُ،
پيلي ٿئي پندار ڪان، بخاري ٿيو ٻِرُ،
کِلي ميڙي ڪِرُ، خالق! تنهنجي ڪيت مان.

استاد بخاري

داستان پهريون

# بيت

مِٺي ملڪ ملير جي، مون پنبڙين ۾ پاتي،
سرهي هير وطن جي، ڇاتيءَ سان لاتي،
اديون، دل آتي، ”ڌرتي- ڌرتي“ پئي ڪري!

*

سِر ڪان مِٺو هو گهٽو هُن ڪان مِٺي هُوءِ،
اها منهنجي گهڙ، گُٽي، جيڏيون جاني جوءِ،
ڪيتن ۾ خوشبوءِ، پينر، باغ بهشت جي!

*

مَهڪي ماروءَ ڪان گهٽو ماروءَ مهراڻو
ٿهڪن ٻئي، ٿهڪي پوي، ٽاڻو ۽ ٽاڻو
ماروءَ جو ماڻو سهڻو ملڪ ملير سان.

*

مارو ۽ ملير ٿيا، لازم ۽ ملزوم،
مُئي مون وانگر نه ٿئي، ملڪ ۾ مظلوم!
مِٺن ڪان محروم، ڪوڙن ۾ ڪوڪون ڪريان.

*

ڪارونجهر[1] تنهنجا پٿر، ڪل ئي ”ڪوهِ نور“،
جهڙا تارا جرڪٽا، اهڙو ٻيلي ٻُور،
سُڪو ڍنگر ٻُور، اَمل ملڪ ملير جو.

---

[1] ڪوهه نور = هيرو

سونا ڪائُر ڪيٺ، ريتي موتي قيمتي،
ڪاٽيون ڪوڙ خزانا پَلن پائر پيٺ،
سانوڻ، سياري، چيٺ، مونکي سوچون ماڳ جون.

*

برسيو ٿر بهشت ٿئي، نہ ٿُ بَرَ جو آهي بَرُ،
وٺو وطن ناهہ پر، پٿون آهن پَرُ،
عمر، آجو ٿَرُ، ساريو لُڇان سنگهرين.

*

وطن مٺان وَس، مِٺن باغ بهاريون!
جهڙا گل گلاب جا: گهر، ٽڙ، ماٽهو گَس،
خوشيون خشبويون نيون، سوچون، رمزون، رسَ،
تَسن مٺان تَس، ڪندون، ڪيرَ، مبارڪون.

*

مارُو منجهہ مليرَ، مِلن آجا مُنڏ سان،
ماٽيان موجون محبتون، وندنيان ڪندون ڪيرَ،
ويتر خير خوشيءَ ۾، وڏي سِڪَ سريرَ.
اديون پوءِ اُڪير، هوندي جوپ جيئڻ جي!

*

اجا عمر ـ ماروي، اجا ڪَنڙ ـ ڪوٺ،
اجا اَمُر اوٺ، مارُن ۾ ماها پون.

*

اجا عمر ـ ماروي، اجا قبر ـ ڪوٺ،
قلعي لڇن ڪامٺيون، گهٽيءَ ڪُسن گهوٽ،
مارُن وٺان موٺ، آمر ملنڊءِ موت جي!

اجا عمر۔ ماروي، اجا ٿهر۔ ڪوٽ،
اجا ڪڪر اوٺ، ڪاٺر تي ڪنوٽيون ڪرن.

❊

اجا اَنڌَ اُهي، اجا هاڃا هيترا،
پيو ٿو ماڳ ملير کي، ڏاڍو روز ڏُهي،
ڪينسر ڪير ڳُهي، ڪينسر ڳُتا ڪيترا؟

❊

اجا عمر۔ مارئي، اجا ڪڙا ڪوٽ،
ڇني، موري، ڇاڇري، ٻاٻاٽا ٻرڙوٽ،
ڇيخون ڪندءِ چوٽ، واڪا ڪرندءِ وڄ ٿي.

❊

ٻهاريون ٻي ڪئينت، پينر، منهنجي پونءِ تي،
جوتون، اوتون، جيوتون، خوشين پريا ڪيت،
نهرون ماڪيءَ ڪير جون، حورون سُونهن سميت،
سرتيون جي نہ سُڇيت، سي ٿي دوزخ ڏُونهن ۾.

❊

وسيون جوڙ وڳر سان، مارن ساڻ ملير،
سائر۔ سير پکي ڪنين، ڳنڍين ساڻ ڳنڍير،
سمجهان ساهہ۔ سرير، تڪيان ٻي تشبيهہ ڇا؟

❊

چارين پاس چمن، نوان تازا نُور کي!
ايندي شم شعور هي، رهزن سُور رَمن،
چارا، چيٽ، چمن، ڏيئن ڏيهہ مبارڪون.

❊

واسيا ڪي تہ وطن، آزاديءَ جي واس سان،
واڏايون ڪِرڻا ڪنيو ورچيندا بہ وتن،
بنا جوت جتن، پيئر، سوپ نہ سوجهرو!

❊

رنگيا انگ وچن، نئينءَ صديءَ نُور سين،
پيلا پونءِ پيچي تہ پوءِ، پلا رنگ رچن،
مارُو پارڻ مچن، موجُون چارڻ متيون اِجهو!

❊

جِتي جهومن جهنگ، اُتي مارن مارڪا،
ڪٽڪون، جوئر، ٻاجهريون، ساريون سونا سنگ،
ڪلهن تيز ڪهاڙيون، چَپن ٻُرن چَنگَ،
تنهنجا گهيرا تنگ، منهنجا ويڙها ويڪرا.

❊

جِتي آجو آجڪو جِتي آجو تر،
عمر توکي مون چيو اُتي منهنجو گهر،
منهنجو جيءُ ۽ مَرُ، جَڙيو ملڪَ مليرَ سان.

❊

ٻَڪي جتي باک، ويڙهي شال شفق جي،
اُپرندو اُسريو ڪٽي، سوجهري جي ساک،
عطر، عنبر آک، سُرهي هيرَ صُبوح جي.

❊

موتي ونڊي ماڪَ، ڏِڪيءَ ويلي ڏَٿَ تي،
جهجهيون ٿهڪن جيڏيون، ٻهڪن ٿر جا ٽاڪَ،
حُسن، هڳاءُ، هاڪَ، ملڪان مُلڪ ملير جي!

پٽان هٿي ہاٿ، اُيان ٿمي ماٿ،
اُفق وٽان اُڀ تي، ڳاڙها شفق ڳاٿ،
عُمر، انهيءَ مهل تي، وانگي ووڙين واٿ،
چارن جا چِمڪات، ڪاهي پونڌءِ ڪوٽ ۾!

❊

هئڻ تنهنجو مارئي، هينئر هِتي هيءَ،
توڏي ٿَڪي ڪيتڪي، سڏي وڏي ويءَ،
ٿَرَ ڄي گهورِي ٿيءَ، اِتان جُوهِ جهان ڏي!

❊

مارُن تي مارا، ڪري ڪنڌين ڪوه تون؟
ڪارونجهر کي ڇا ڪندا، وڄون، وسڪارا؟
ڪئين ڪوڏارا[1]، سارو ٿر پٽي سگهن!

❊

گهوگهائين ٿو گهٽَ، وِڄهي جنڊا[2] واٽَ تي،
اجهو موڳيءَ ماٺ مان، اُٿيا منهنجا مِٽَ،
پکن واري پِٽَ، ڪيري وينڌءِ ڪُنگرا!

❊

مارئي مَنُ مليرَ، سَرچو سُلچڻو گهٽو،
آمر اندر ميرُ، هوڏي، مَدو، هِيسٹو.

❊

مارُو مِيرَ اَميرَ، پاڻهي پاڻ فقير ٿيا،
سگها، سياڻا ٿي پيا، الائي ڪيئن اَسير،
اچي ٿيا "استاد" چئي، هاڻي هيئن حقير،
تَڙِيل هائيون تير، نِوڙي نوڙي ٿي وَڄون.

---

[1] ڪوڏارا = ڪوڏيارا، ڪوڏر هڻندڙ ڪاٽي ڪٽندڙ.
[2] جنڊا = تالا، ڪُلف.

# وايون

پنهنجو مَٽ آ پاڻ،
مٿي ملڪ ملير جي،
منهنجي جاڻ سڃاڻ،
مِٿي ملڪ ملير جي.

پلڙ پوپر پاڻ جي، ڪلر ناهه ڪڙاڻ،
مٿي ملڪ ملير جي.

ساگر امرت اوتنا، ڳوهر جيوَن ڪاڻ،
مٿي ملڪ ملير جي.

سورج ورني سومرا، لوئيءَ جي لالاڻ،
مٿي ملڪ ملير جي.

سدائين سنسار ۾، جيئي جواڻ جماڻ،
مٿي ملڪ ملير جي.

هنڌين ماڳين ڳائبي، ساٿيهہ جي سُرهاڻ،
مٿي ملڪ ملير جي.

منهنجو مرڻو جيئڻو ڪُلَئِي وطن ڪاڻ،
مٿي ملڪ ملير جي.

سڀ ڪجهہ آ ”استاد“ جو ڌرتيءَ سرتيءَ ساڻ،
مٿي ملڪ ملير جي.



ڏنڌ گهٽي داڳي،
سدائين ساڳي،
سِجَ سريکي ماروي

هوءَ جا اوندهہ انڌ ۾،
جوت کٽي جاڳي،
سِجَ سريکي ماروي

ساري عُمِر سهاڳ جي،
جنجل ۾ جهاڳي،
سِجَ سريکي ماروي

وينگس بُوءِ بسنت جي،
واچوڙن واڳي،
سِجَ سريکي ماروي

آکن ٿا ”استاد“ کي،
راڄوٽو راڳي،
سِجَ سريکي ماروي



جهُوپن جُهومائي،

مورن جهڙي مارئي،

ڪوٽن ٽڙپائي،

مورن جهڙي مارئي،

آجي چانڊوڪي اڃا، چوڪي چمڪائي،

مورن جهڙي مارئي،

سانگين سهج سوين ڪري، ٻائي ٻهڪائي،
مورن جهڙي مارئي.

چوماسي جي ڇهڇٽي، مِينهَن مهڪائي،
مورن جهڙي مارئي.

سچي سوڀيا سورميءَ، جُڳ جُڳ ڄرڪائي،
مورن جهڙي مارئي.

همت موکي هيتري، غيرت گونجائي،
مورن جهڙي مارئي.

آزادي ”استاد“ ڏِئي، در در واڪائي،
مورن جهڙي مارئي.



## داستان ٻيو

# بيت

حسب نسب ماروي،َ اصل کان عالي،
پرماري پِيڙهَ لڳا، ڀنوارن پالي،
ميري اُودي ٿي وئي، لوئيءَ جي لالي،
ڪٽي خوشحالي، مُهراٽي مان مِير ويا.



ڏوڏارن ماري، ڏارين ماري ناهيان،
نہ ڪا ٻولي ٻاهرين، نہ ڪا ڏر ڏاري،
عمر، اوني، ڦوڳ سي، ٻِئن جا بخاري،
ڏاڏاين ڏاري، جيڏيون منهنجي جندڙي.



مونکي ماروئڙن، ڏني لولي ڏيهه جي،
ٻڌي ٻوليون اوپريون، سرتيون ڪن سڙن،
ڪڙيا سَندَ ڪڙن، ڪوڪون ڪڙبيون ڪين ڪي.



سِڪو تن کان سير، ملهيون منجهه ملير جي،
ڪوجهو جيئن ڪين ڪي، ملهن سهٽو مير،
سهسين گهور سرير، هڪڙي مور ملير تان.



هڪڙي هٿ ۾ نير، ٻيو هٿ ٻڌل ڪير ۾،
پٽن، پيٽ ڪُٺين، پر اندر آس اُڪير،
ٿڻ تي تاٽيل تير، من جي مُهڙ ملير ڏي.

❊

هڪڙي هٿ ۾ نير، ٻئي هٿ ڪِيرَ مبارڪون،
جسو ظلم زنجير ۾، زنگيو ڪين ضمير،
جيڏو سُڪُ سرير، ايڏي ٻُڪ ملير ڏي.

❊

ڏاڍن لئہ ڏوهي، ڏيهن ۾ ڏاهي وڏي،
چون: ڇو هي ڏيھہ ڪي، موهي ٿي ڇوهي،
ٻوهہ ڪري ٻوهي، ڪوليءَ ڏانهن ڪنيي ويا.

❊

ڏيهن ۾ ڏاهي، ڏاڍن ڪي ڏوهي لڳي،
سوپين ڪي سنسار ۾، سک نہ ڪا ساهي،
فڪر ڪي ڦاهي، سوچن ڪي هِتِ سنگهرون.

❊

لَڄ وندي لانڍي، مَدي ماڙيءَ ڪان مٿي،
سچارن سانڍي، ڪوڙن ڪان ڪنجي تہ ڇو؟

❊

چٽڙيون، ڇيهاڙيون، پائر، ڪائر پڳ،
ڇنئرا ڇئونتيون، ڇُوڇڙيون، دونهان چارا ڏگ،
مارُو موڳا وڳ، اوڳا باهہ ڦڪيو جِيئنِ.

❊

جر ٽُر ڪاٽن جڪ، گهر گهر سوگها گهنگهرين،
چنونرن پون چڪ، پائر ماسُ پٽيو وڃن.

❊

پٽن ٽوهر پيٽ ۾، اوڪارن ٿا اَڪَ،
ڦڪن مٿان ڦڪ، ڏوُرن ڏوڙ دوا ڏني.

❊

آجائي اجرڪ، ٿڳڙيون ٿڳڙيون ٿي ٿئي،
اگهاڙِي اوڙڪ، ڍنگرين سان ڍڪجي نٿي.

❊

ڦوندا ڦوندا ٿي ٿئي، آجڪي اجرڪ،
ڳُڪون وٿجن قوت لئہ، ٻُڪون مارن چڪ،
پائر، ڪائر پڪ، آئيندي عيدون ڪندا.

❊

ليڙون ليڙون چو ٿئي، تاريخي لوئي،
ڏرتي ڪبڙي ناهہ جا، مينهن وجهي ڏوئي،
ريٽو رت روئي، پيلي پُوري پونءِ ٿي.

❊

پرزا پرزا پئي ٿئي، پائر جي پوتي،
جيڏيون، منهنجي جُوءِ جي، جهڪي ٿي جوتي،
چاچاٽا چٹونتي ڪٽي، ماماٽا موتي؟
فاتح ٿيا فوتي، شايد شير مري ويا.

❊

پائر جا پَٽڪا، وڪ وڪ تي وڪري ويا،
مهٽا مِينهن وسي پيا، سُهمون، ڏڪ، سَٽڪا،
ڦٽن تي ڦٽڪا، ڪنوڙ ڪائر ڪي هنيان.

واڪا وڻ ٻڪيو وڃن، ڏوڙ ڦڪن تا ڏڳ،
ڪارونجهر ڪيرا لڳا، ساگر رڳو جهڳ

❊

ڪڙڪيا ڪڪر ٿَر جا، ڏڪيا مارُو ڏُور،
وُٺيون وِڄون راڄ تي، ڪيئون ڪيس ڪلُور،
سِرجي ڦَرجي سُور، جيڏان ڪيڏان جُوءِ ۾.

❊

مِهر مينهن وطن تي، ٿر ٻنجن ڪِيئن،
آجيون عمرڪوٽ ۾، اڙجن اڇيو اِيئن،
جيڏيون جِيوَن جِيئن، منهنجو نينهن ملير سان.

❊

او آمر احمق، تنهنجو مُنهن ڪارو ٿئو،
ڏاڏاڻن جا ڏيل ڏِس، ناناڻن جا نڪ،
پنهور توتي پڪ، ٺوڪا، روز ٺُڪون ڪندا.

❊

مارُن ماڻِ مُٺي، اديون، ناهيان ڪاٺ[1] مُٺي،
ڪوجهيءَ بات ڪُهي وڏو ناهيان ڪاٽ ڪُٺي،
جيئري جن جي جند سان، مُئي مان نہ رُٺي،
پيئنر هاڻ ٻُٺي، منهنجي ملڪ ملير ۾.

❊

مارُو ۽ مارا، ڪڏهن گڏبا ڪين ڪي،
جوٽيا جِيوَن جُڏ ۾، سانوڻ ۽ سيارا،
جهانگين تي جهارا، پنهنجي ٿي پرمار جا.

---

[1] ڪاٺ = قيد، جيل.

مارُو ۽ مارا، ڳبي ڳڏبا ڪين ڪي،
ڳيرا ۽ ڳارا، جيوَن جاڙ ٿهن ڪئين؟

❊

مارو هڪ مارُو ڳهٽا، ماٺهو ڪئين ماٺهو
منهنجو جاني جن منجهان، تن جي ڪاڻ ٽٽان،
وطن شال وٽان، مرڪان مارُن وچ ۾.

❊

ڄُڳن ڪان جرڪي پئي، لوءِ لوءِ جي لوئي،
ڏيئن متي جا وڏي، ڏرتيءَ ماءُ ڏوئي،
ڪارنهن شل ڪوئي، اوڄ نہ اوڇڻ ڪي هٽي!

❊

مون جو مڱيندو، چڱن مان ڇُونڊي ڪنيو،
سنڌوءَ جو سينڌو، جيڏو منهنجيءَ جند جو.

❊

مِنو مون مارُو، مِنيءَ يَلڙَ ليار ڪان،
ڪبڙ هو ڪارُو، جيڪو باڱو پونءِ جو.

❊

ڪٿي ۾ هو ڪيت، سنڌوءَ ۾ ڄڻ سورمو،
مونکي پيارو پاڻ ڪان، سورهيہ سونهن سميت،
پٿائيءَ[1] جو بيت، ڀانيان، سانديان ساهہ سان.

❊

---

[1] مارئي = ماضي، هال ۽ مستقبل جو اُهڃاڻ آهي

مارُو ميارِي، مُئو مارِيئون ڪين ڪي،
نہ ڪو ڪڙڪائِيئون ڳڙو، نہ ڪو آنديئون آنڊارِي،
وڃون ڪاپارِي، ڪيرائِن ها ڪوٽ تي.

*

مارُو ميارِي، ڪنيو ڪنڌ گهمي پيو،
گلائون ٽرپار ۾، جيئن جهولي ۾ وارِي،
جُڳن جي خوارِي، ڏينهنِ لئہ جِيوَن مِنو؟

*

مارُن تي بہ ميار، مِڙِي مُڙهي ڪيِن تيا،
ڇِڄي ڇڄي پئي لڇيا، ڪٺو ڪٺي ڪان ڏار،
جدا جدا پئي رُنا، تي نيسارا نروار،
الڳ الڳ پئي ڀڳا، جيئن ميڙي ڀڳي ٻار،
هئہ هئہ لک هزار، ڪٽڪ ڪنا ڪين تيا!

*

مارن تي نہ ميار، ڏسي ڏيل ڏکي ويا،
ڪٿي مٿا خلق جا، ڪٿ قاهر ڇڙ ڪهسار
ڪٿي لئيون ڪاٺ جون، ڪٿ توبون ٻيڪيدار،
هڪڙيءَ نينگر لاءِ ڇو تنگائن گهر ± ٻار،
اديون آءُ ترار، سِڌو سامهون توف جي!

*

# واڍيون

ڏيندا ڏيهہ ميار او يار
قومن ۾ گنڌُ کھڙو ڪڍبو!

هيڏي ساري تر جي آخر
غيرت چو ٿئي غار او يار
قومن ۾ گنڌُ کھڙو ڪڍبو!

مارُن تي گن ٺهڪي ٺوڪون
ڀھراڙيءَ جا ٻارُ او يار
قومن ۾ گنڌُ کھڙو ڪڍبو!

نيٺ ننڍڙا ڪا پنڙا ٻُڏندا
جيجل جي للڪار او يار
قومن ۾ گنڌُ کھڙو ڪڍبو!

آهن ڪي 'استاد' ڍهيسر؟
سُوريءَ جا سرـ ڏار اوبار
قومن ۾ گنڌُ کھڙو ڪڍبو!



تاريخي تڪرار،
ننگن دنگن تي ٿين.

غيرت جنهنجي غار سا،
بستي ٿي بيڪار،

گندين گارين ڪان گندي،
غلاميءَ جي گار،

هر هڪ نڪ وڍيو وجي،
طعنن جي تلوار.

حقن لاءِ حيلا ڪندا،
'استاد' آخرڪار.



سانگين، جهانگين لاءِ لُڇي ٿو
هونئن نہ تہ هينئڙو کهڙي ڪم جو.

ڪوٺي ڪوٺي بيٺو ڪوٺي،
لانڊي- لانڊي لانڊ ڪڍي ٿو
هونئن نہ تہ هينئڙو کهڙي ڪم جو.

تارا، سورج لاءِ سهيڙي،
راتيون، ڏينهن ڪاڻ ڳڻي ٿو
هونئن نہ تہ هينئڙو کهڙي ڪم جو.

صبح سويرو سَرهو سنرو
سانجهيءَ سنجهي منجهہ مُنجهي ٿو
هونئن نہ تہ هينئڙو کهڙي ڪم جو.

شاهہ، سچلَ، دودي ۽ هوشوءَ،
چئن چڱن جو چورڻ مڃي ٿو
هونئن نہ تہ هينئڙو کهڙي ڪم جو.

ڪارونجهر جي ڪوڪ ڪنائي،
ٻيلاين جا ٻول ٻڌي ٿو
هونئن نہ تہ هينئڙو کهڙي ڪم جو.



پِيلو پِيلو پاڻ تڏهن پيو،
ڳاڙها ڳاڙها گيت لکي ٿو
هونئن نہ تہ هينئڙو کھڙي ڪم جو.

ميري مٽي، ماس پنوڙو
وسنديءَ وستيءَ واس ونڊي ٿو
هونئن نہ تہ هينئڙو کھڙي ڪم جو.

ڏئونڪن ساڻ تہ ڏول بہ وڄندو
سھڪن سان ھي ساز وڄي ٿو
هونئن نہ تہ هينئڙو کھڙي ڪم جو.

جنھن در گھر گھر ڏاڪ وڏايس،
پاڪ انھيءَ جي خاڪ چمي ٿو
هونئن نہ تہ هينئڙو کھڙي ڪم جو.

انڌيءَ اوندھہ منجھہ "بخاري"،
شعلو شوق ٻري ٿو
هونئن نہ تہ هينئڙو کھڙي ڪم جو.



جيءَ ۾ جهانگين جا، ڙي جيڏيون،
گهاوَ گهٽيئي آهن.

ڪائر، پائر ڪان ٻہ ڪشادا،
گگرين ڪان گهاتا، ڙي جيڏيون،
گهاوَ گهٽيئي آهن.

پکڙن جهڙا جُهور پراٽا،
تڙ تڙ ڪان تازا، ڙي جيڏيون،
گهاوَ گهٽيئي آهن.

ٽڳڙيون تي ويون لاکيون لويون،
پُرزا ٿيا پَٽڪا، ڙي جيڏيون،
گهاوَ گهٽيئي آهن.

سانئڻ سهرن ڪاڻ سڏايو
پاڙي ۾ پِٽڪا، ڙي جيڏيون،
گهاوَ گهٽيئي آهن.

ڪي پانڌيئڙا پيئڻ[1] پيتا،
ڪي ڪپرن ڪاڏا، ڙي جيڏيون،
گهاوَ گهٽيئي آهن.

---

[1] پيئڻ = پيڻ، نانگ، بلا.

اک اک تي اونداهيون پٿيون،
گهٽ گهٽ کي گهوگها، ڙي جيڏيون،
گهاوَ گهٽيئي آهن.

ڪانئر ڪوڙ ڪڙايا سورهيه،
ڏاڍ ڏنيا ڏاها، ڙي جيڏيون،
گهاوَ گهٽيئي آهن.

ٽڙپي پونگا پڙڪن ٽا جي،
ٽڙڪن ٽا ڪنگرا ڙي جيڏيون،
گهاوَ گهٽيئي آهن.

آزادي 'استاد' اڳيان آ،
جاڳي پيا جوڌا، ڙي جيڏيون،
گهاوَ گهٽيئي آهن.



تاتِن جيڪي تخت طمعان،
مان نہ انھن مان جيجل ماءُ!
آءُ نہ انھن مان آيل ماءُ!

خاص خلاصي پل تہ نہ پاسان،
عام عوامي پانءِ امان،
مان نہ انھن مان جيجل ماءُ!

ٻَنڌڻ ٻڌندي ٻول ٻجھي ويا،
ٻولي ٻوليان ٻي تہ نہ مان،
مان نہ انھن مان جيجل ماءُ!

باغن، محلن، پھرن ھوندي،
ٿر ۾ ساري رات رمان،
مان نہ انھن مان جيجل ماءُ!

دم دم دل بيچين پڪاري،
چم چم برسن نير چمان[1]
مان نہ انهن مان جيجل ماءُ!

مارُن ڪارڻ موت، حياتي،
چڙ تہ مري ٿي روز چمان،
مان نہ انهن مان جيجل ماءُ!

آءُ آگم 'استاد' اهو جو
ٿر ريَ ڪاٿي ڪين ٿمان،
مان نہ انهن مان جيجل ماءُ!



[1] چمان (بلوچي) - اکيون

جيڏي سونهاري، ايڏي سوياري،
ڪوٺن ۾ ڪاري نہ ٿي،
وڙهندي ويچاري نہ ٿي.

ڳاڙهي پير ڳٽول جان، جهرڪي جهونجهاري،
ڪوٺن ۾ ڪاري نہ ٿي،

بجلي بنجي برج ڪان، چمڪي چوڏاري،
ڪوٺن ۾ ڪاري نہ ٿي،

ساري سختي سوڙهہ ۾، وسڪارو واري،
ڪوٺن ۾ ڪاري نہ ٿي،

آمِر آزاريِ مگر، نايس نيزاريِ
ڪوٽن ۾ ڪاري نہ ٿيِ

ويڙن جيون جنڊ ۾ پيٽا پهنواريِ
ڪوٽن ۾ ڪاري نہ ٿيِ

ڏينهنِ ڏنيِ ماروي صدين سينگاريِ
ڪوٽن ۾ ڪاري نہ ٿيِ

آزادي ’استاد‘ آ، جر ٿر للڪاريِ
ڪوٽن ۾ ڪاري نہ ٿيِ



## داستان ٽيون

# بيت

ڦوڳ! ڄمئي ڦٽجين، ايندي اُونڌ اُمهڙو
هَڄين دائيءَ هٿ ۾، ڦوڪيندي ڦٽڪين،
ساميءَ ۾ سٽجين، ٽر جي ٽج نہ پي سگهين!

❉

توهر ٽج ٽيَئي، لولي لُنڊي ڏئي وجئي،
جهاڙي جهولي ۾ وجهئي، جهولو ڏني ڏيَئي،
پِيئڻ ساهہ پيَئي، ٻُجن ڪان تہ ٻچي پوين!

❉

پائر پاراتو ڏنو ڏيهہ ڏڦيڙ کي،
لُولو انڌو جي ڄمين، ٻوڙو ۽ ٻاتو
ايڏو ٽر آتو ڪوڙهيا ڪين ڪري سگهين!

❉

ٽر جي پيتئي ٽجُ، لج لُٽائي لوءِ جي،
ڪُتن جيئڻ ڪيترو ڄِتا مَرڻُ مجُ،
وطنَ ويري وجُ، ڌهر جاءِ نہ ڌين تو!

❉

وطن ودروهي، پُونءِ نہ بخشي ٽج تو
محلاتي تنهنجي مِٽي، ڳوٺن ڪيئن ڳوهي؟
ڏيهينِ جا ڏوهي، پادر تولئہ پنڌ ۾

❉

ويڙهي ودروهي، کهڙي ڪڙم منجهان تون،
چغلي تو چونئرن مٿان، ڇسا ڪنئي ڇوهي؟
تنهنجي ٽِش ٽوهي، هاٽي ڍربي ڍٽ ۾.

❊

ڦوڳ نہ تون پر ڦوڳ، ڪُڇهر ڪنهن بہ نہ ڪم جو
جهڙو پنگي روڳ، اُڇلي ڍارن ڍير تي.

❊

ڦڳڻ ڄايا ڦوڳ، پاري پوهہ سٽي وڏين،
سينن ساڙ دليين دغا، رڳين لڳئي روڳ،
چوٽي چغليءَ ڪان جڏا، جِيوَن ڏين ها جوڳ،
پيلا تولئہ پوڳ، ساپيان سيم سڙي وئي.

❊

ٽرين جا ٽوڪا، ٻوگها ڦوڳ ٻُڏي ڇڏ،
جيئري تنهنجا جابجا، حرامي هوڪا،
ڪُٽي بعد قبر ۾، ٽوڪينڊءِ ڪوڪا،
سو سمجهو تو ڪا، خاصي ڪيپ ڪٽي آ.

❊

ٻيڻ وٽي ٻوپا، سڙيا، سيڻ مٽي وئين،
نرجا سٽئي نڪ تي، گارين جا گهوپا،
هرجا هُل هوپا، ڦٽڪارون ڦوڳن مٿان.

❊

•پاڙيا، تنهنجا پاءَ، تهبارون تاريخ ۾،
چنوٽ جنچو جعفرو، نائون نگرا ناءَ،
بري بانس بُرن جي، وڍ، وکير نہ واءَ،
اڳتي لاءِ اُپاءَ، ڪنهن کي ڪوڙهہ لڳي نہ جيئن.

نالي ناهہ ميار، ساڳيو نام سُتو مُتو
جعفر کي طيار کي، ترڪڻ لاءِ تيار،
صادق کي سچار کي، ڪوڙا ديس غدار،
هر ڪو پنهنجا هار، پائي پيار ڏڪار جا.

❋

انڌا ايڏو اَنڌُ، پائر، پاپي پيل ۾
ڪارونجهر جو ڪنڌ، ڪڙائين پيو ڪوٽ ۾.

❋

ڦوڳ نسورو ڦوڳ تي، گيدي ڪيئہ گندَ،
ڦسا تنهنجا ڦند، ساريءَ سنڌ لَکي وتا.

❋

نالا محض نشان، اصل ۾ اعمال،
نہ سڀ "ڪالو" ڪارڙا، نہ سڀ "لالا" لال،
جنهن جا ڦال ۽ حال، ڀلا، ڊول ڀلو اهو.

❋

او بي ننگا باڪا! ليڪا سڀ لنگهي چُڪين،
ڪوٽ ڪيئہ آڪا، ڇپر مِٿ ڇني ڇڏيئي.

❋

ڦهر ڪري باڪُو ڪيئي ڳالهہ ڦهار سان،
ٿڙپايئہ ٿرپارڪر، مچرايئہ تاڪُو
هو جيڪو حاڪُو راڄن ساڻ رڏيون ڪري.

❋

توجو کيڏيو کيلُ، ان جي آڳ اڳيان اَٽئي،
واري ڪٽيون لعنتون، وڻن جيڏو ويلُ،
تولئہ تئو تيلُ، چنئري چنئري ۾ رکيو

❊

........ چغلخور، خبر ڪرَ ڪٽي وئين،
سوئر، لچ، لغور، لاتئہ ٽِڪو لوءِ کي.

❊

او جوءِ جا جوڙِتَ، ڪتي شرم، حيا ڪنئي،
ناٽو نر، ماديڪري، دئوس ڪيئہ دولت،
صدين جي عزت، لمحي ۾ لوڙهي ڇڏيئي.

❊

او جوءِ جا جوڙت، ڄاڙي ڄپ ڄري ويئي،
ياڙيو ۽ يڙوت، ٻئي ٻيلهہ ٻري ويا.

❊

## داستان چوٿون

# بيت

جنهنجو هانءُ امير، هوندو نانءُ همير،
ڪٺيل قلب ڇپو ڏيو زنگيل ٽِين ضمير،
مارُو، مال، ملير، هڙئي ان جي هُوس ۾.

❊

آمِرَ ڪان آمِرَ ٿين، ڪپر ڪان ڪپر،
ٻير مان ٻير، ٿوهر مان ٿوهر ٿئي.

❊

تاڪائو تارا، ڪاندبن تاندبن تي وجهان،
مارُن جا مارا، توکي آري سان اڏيان.

❊

هڪڙي ڦهري ڪوٺَ، جهڙپيون لڪين جهوپڙيون،
ٻُڏين ۾ ٻاڪار تي، ٻارن ۾ ٻرڙوٺَ،
ڳاڙهن جوڏن ڳٺَ پيا، آڏ گيدا اڏڙوٺَ،
ماٺهن ۾ ڦڙڦوٺَ، ڦورو ماڳ ڦريو وڃن.

❊

هڪڙي هوڏي ڪوٺ، لڪين جهوپيون جهيڙيون،
پِنُن تان ياڳيا اُٿيا، گهرن منجهان گهوٺ،
ڪوٺن ۾ ڦڙڦوٺ، ڏرتي هاڻ ڏُٻي پئي.

❊

اوپرو سَگهو اڍيون ايڏو ڪونہ هو
ٽُٽِي ٽڪرا ٿي پيو ڏري ڏيهہ ڏڳهو
هڪ هڪ سمجهہ آڳهو سارو لوڪ سگهو گهڻو.

❊

ڪا جا ڪري ڪچ، آئين آمر عام ۾،
ڏڪيئہ سچي ڏچ، دوکي جا ڏڏڪا ڪري

❊

ڪاجا ڪري ڪچَ، گهڙئين قومي ڪاج ۾،
لِکيو لِکيو عام جي، آمر لُٽين لَڄَ،
توتي ڇايون ڇجَ، راڪو ٿي، رکون پچين.

❊

ڪاجا ڪري ڪچَ، ڌرتيءَ تي ڏاڙا ڪيئہ
پنيان تنهنجي پڄَ، آمر آهي عوام جي.

❊

اُٿ مٿان آمر چڙهيو شر مٿان شيطان،
انگين، عضوين، ڳُٽين، آکيندي انسان،
هونئن سڄو حيوان، بگهڙ کان بڇڙو گهڻو.

❊

هٽي ڪُڌو هامَ چوري چانگي تي چڙهيو،
انهن تي حملا هلان، لڳا جيڪي لام،
ڌرتيءَ جي ڏاڙيل کي، عادل سمجهن عام،
ڄمڻ ويلي ڄام، مرين ها تہ مبارڪون.

❊

عمر، ڦوڳ ۾ اُٿ، تنهي جي ٽِڪسات،
ڪامڻ وڏي ڪات، مارو وڏا مامري

هُوسَ ڪري هوڏ، پاٺر ڏي پلٽو ڪيو
سجاتائين سٽ مان، لاڏليءَ جي لوڏ،
هشايائين هوش سان، ڪرهو وڏي ڪوڏ،
ڏاڙو هٽي ڏوڏ، پِٺون اچ پيلي ويو.

❋

هُڏيءَ ساڻ همير، ڳڏي ڪرهي تي چڙهيو
ڇهرو ڇوراڻو ڪري، منهن ڦيرايو مير،
بچڙو بدضمير، ڏرتيءَ تي ڏاڙا هٽي.

❋

هٽي وڏي هام، پِڏِي چڙهيو پاڪڙي،
ڪنيي ڪنئين ڪوه تان، ستي ڏرتيءَ سام،
مچي ويو ملڪ جي، ڪنڊ ڪنڊ ۾ ڳهرام،
مَنهَنِ ۾ ماتام، محلن ۾ موجون متيون.

❋

عمر، اُٺ ۽ ڦوڳَ، ملي ڪئي مصلحت،
حاڪم هوندو[1] هٿ ۾، هيڪاندي هيبت،
ڦسي ڦوڳ ڪنئي ڪڪي، ڪوٺي ڪريبت،
بوتي[2] يليءَ يَت، سئونڪو سمجهيو ئي نہ ٿي.

❋

عمرَ ڦوڳَ ۽ اُٺَ، مڙني ستي مت،
آمر ڳنو عدل، هن ڳهوڳهاتي غيرت،
ڳونگي جي هي ڳت، جيڪي جُتَ ڳهري نہ ڪري.

❋

---

[1] هوندو - ملڪيت، ڌن [2] بوتو - اُٺ

"هيڏو ظلم ذليل". ڦتڪاريائين ڦوڳ تي،
راجا رهبر راڄ جو دل ۾ ڪوڙ دليل،
آيس اُڀري اڪ ۾ عورت آت شڪيل،
عمر مست عليل، ڦهري مهريءَ تي چڙهيو.

❊

چئونڪي ڏيندڙ چور، پائر تي پهرو ڏئي،
تاڙي ڏيلون ڏٺ جون، ماري ڪائر مور،
جاڏي ڪوهر، ڪوهيون، تاڏي ڏاگهي ڏور،
جنبي زورا زور، جنهن کي اکي جُوءِ ۾.

❊

چڙهي ڏاگهي ڏاڍ تي، رکوالو رهزن،
ڪارن ڪوٽن جو سڄڻ، ديسن جو دشمن،
اوڙهي چوغو هرڻ جو ڇِت رکي چيتن،
آمِر امارو ٿيو سمجهو ڪي سمجهن،
اندر ۾ ويڌن، ٻاهر ٻولي ٻاجهه جي.

❊

غضب جو غاشو مٿان غاصب غيظ ۾،
ڪر جي خام خيال ۾، خوب ڪيئين خاشو،
لڙڪيل هو لاشو هن ليکي هوءَ هنج ۾.

❊

ڏوڏو ٿي ڏونڊو، ويٺو ڏاٽي اُٺ تي،
اڳئين جت جي اوٺ ۾، اڳتي ٿي اونڌو،
مٿان پيئو پُونڊو مٿان لوڪ لکي وٺي.

❊

كلندي پري كوهہ تان، كنني پوٽ كنيي،
اوندهہ ۾ آئي وڏي، اٿڻي، جوٽ جنيي،
ڏوٿي، ڏيهہ ڏنيي، ڪوڙهيو لڪو ڪوٽ ۾.



جهٽ هٽي جهڙپي، جهرڪي باز ٻکني ڪنني،
پتڪڙي تڙپي، چنبن، چهنبن وچ ۾.



ڪنگ جهٽي ڪرڙي، ماريءَ جهڙپي ماروي،
مُنهن تي ماريندي رهيس، ڪُٺ پري ڪُرڙي،
پاڪر جهجهڙ باهہ جو پاسن ۾ پُرڙي،
درد پري ڏرڙي، سٽي سُرت اڏي وئي.



اڳهرون آجي، هينئر ڦٽکي ڦند ۾،
سوگهي جڪڙي سورمي، ٻهرن ۾ پاڄي،
رهزن رواجي، اوچي وٺ ونگي وڏي.



ٻهروپئي جو ٻڪُ، پاڻيءَ پياسو ڪونہ هو،
سِکيو تي ڪنهن سيک لئہ هن جي هٽ جو ٻُڪُ،
گهاگهر هيئيان گهور سان، ڏسڻ لڳو ڏُڪُ،
چيلهہ سنهي چهبڪُ، جُهڪي، واڳُهہ جهٽي ويو.



ويو ڦوڙوءَ ڦرُ، ڪسي هيرو ڪائُران،
ماٹڪ موتيءَ سان ٿيو ڪيڏو ڪيس ڦهر،
اڃا تائين تر، تعديون سهندو تو اچي.



ڪارو ڪاريھر، ڏنگي ڏاتون ڏيھ جون،
نہ ڪا چيلھ ڇپي ٿيس، نہ ڪو ڪُٽيس ڳڙ،
ويري تنھنجو ور، لھندو لوڙھ مٿان اٿئي.

❊

زورآور عمر، زوريءَ ڪنئي جنھن ماروي،
هيڏي پنيءَ پُونءِ جو پينر ڪھڙو پر،
نہ ڪو پِٽون پڙڪيون، نہ ڪو ٻريو ٽر،
هر هر ڇو نہ ٿھر، ڏاڙا ديھن تي ھٽي.

❊

مون پانيون ماٽھو اُجو ڪپر پياريم ڪير،
ھٽي ڏنگ همير، ڪائر ڪي ڪائي وڏو.

❊

رحم نہ آيو راس، جيڏيون پنھنجيءَ جند ڪي،
مون سمجھيو مجبور ڪي، تڙپايو آ تاس،
اندر ۾ ابليس هو ٻاهر ماٽھوءَ ماس،
ڪاريھر تي قياس، مٿان ڪا موڳي ڪري!

❊

ماري، مارَ مھل[1]، ٻھرئون ٻھروٻو گھٽو،
ايڏا ڇھند ڇھل، سادا ڦاٽا سنگھرين.

❊

اهڙي ريت اَهَلَ، ڏسڻ ۾ ڏيھي لڳي،
ڪوڙن، ڪوڙن تي ڪڏھن، ڪجي ڪين ڪھل،
مليم داڳ دَهَلَ، آچيم آب اباجھ ڪي.

---

[1] مارَ مھل = شڪار ڪرڻ وقت.

# وايون

مــاروي مــوڳــٽ،
سوتون پهرينءَ ڀَٽَ،
سوچين ها سَوَ سَوَ دفعا.

لهرائين ها لُنب ڪان،
گهٽ ۾ گهٽ گهونگهٽ.
سوچين ها سَوَ سَوَ دفعا.

سُنگهين ها سُون سون ڪري،
ڪوڙهئي ڇَٽ جي ڇَٽ.
سوچين ها سَوَ سَوَ دفعا.

ظاهر ظالم ٿيو پون،
توڙي ياسن يَٽ.
سوچين ها سَوَ سَوَ دفعا.

پروڙين ها پاپ جي،
ڪوڙيءَ اک جي اَٽ.
سوچين ها سَوَ سَوَ دفعا.

آچيئہ جَل اجل کي،
اُڀري جهٽ پٽ.
سوچين ها سَوَ سَوَ دفعا.

پاڻ ڪٽي ڦهڻوار تو
ڳاتي پاتا ڳٽ.
سوچين ها سَوَ سَوَ دفعا.



يميي يونءِ جٽي، ڪنيي ڏاڍ ڪٽي،
واڪا ڳوٺن ڪي ڪندي،
ٿوٺا ڪوٺن ڪي ڪندي.

تاتي ڪنهن تاهوت سان، پائر پَدمٽي،
واڪا ڳوٺن ڪي ڪندي،
ٿوٺا ڪوٺن ڪي ڪندي.

پئي جنهنجي پير تي، پَرَ جي ڪانہ پٽي،
واڪا ڳوٺن ڪي ڪندي،
ٿوٺا ڪوٺن ڪي ڪندي.

سهٽي سورهيہ نينگري، ويتر وٺَ وٽي،
واڪا ڳوٺن ڪي ڪندي،
ٿوٺا ڪوٺن ڪي ڪندي.

اڳيان ايري ڏاڍ جي، هيڏي هام هٽي،
واڪا ڳوٺن کي ڪندي،
ٺوٺا ڪوٺن کي ڪندي،

تڙپي ٺُرمن ۾ جتي، ڪانهي ترس ڪٽي،
واڪا ڳوٺن کي ڪندي،
ٺوٺا ڪوٺن کي ڪندي،

ڪچو ڪُر ڪُيئن ڪندي، هوءَ جا تر۔ تٽي،
واڪا ڳوٺن کي ڪندي،
ٺوٺا ڪوٺن کي ڪندي،

سَنئين پالا سامهان، ڦِٽيس ڪانہ ڦٽي،
واڪا ڳوٺن کي ڪندي،
ٺوٺا ڪوٺن کي ڪندي،

سوڀ ”بخاري“ سنڌ کي، ڏيندو ڏيهہ۔ ڏٽي،
واڪا ڳوٺن کي ڪندي،
ٺوٺا ڪوٺن کي ڪندي،



مُور نہ ڪاڏي مات، اديون،
ڍرن، شهرن، ڏونگرن.

چوراهن تي هوڪرا،
لوهيڙن ۾ لات، اديون،
ڍرن، شهرن، ڏونگرن.

ڏيهان ڏيهہ مچي وئي،
ڏوٿيئڙن جي ذات، اديون،
ڍرن، شهرن، ڏونگرن.

ٿنبيا ڪنڌ ڪروڙ جا،
ڪنبيا درجن ڪات، اديون،
ڏهرن، شهرن، ڏونگرن.

هارِئي آمر وات ۾،
هاٽي آ هيهات، اديون،
ڏهرن، شهرن، ڏونگرن.

آزادي ’استاد‘ کي،
سوپ ڏني سوغات، اديون،
ڏهرن، شهرن، ڏونگرن.



راهون ڳائن راڳ،
چنئرا ماڻن چاڳ،
اُتن جي مارُو منهنجا!

پينر پنهنجيءَ پونءِ پلڙ جا،
جبل جيڏا پاڳ،
اُتن جي مارُو منهنجا!

سانوڻ سياري سِيمر مِٽيءَ کي
ساگر ڏيڻ سهاڳ،
اُتن جي مارُو منهنجا!

پٽ پٽ تان بربادين لوڏيون،
موجون ماڻن ماڳ،
اُتن جي مارُو منهنجا!

ڪاتي وجبا قيد ڏڪن جا،
جهاڳي وجبي جهاڳ،
اُتن جي مارُو منهنجا!

جر ٽر جا جنسار وڏايون،
ڏوئون ٽر جا داڳ،
اُتن جي مارُو منهنجا!

هاٿي پنهنجي هٿ ۾ هوندي،
واس ورن جي واڳ،
اُتن جي مارُو منهنجا!

ساٿي ٿيندي سوچ 'بخاري'،
جيتون ڏيندي جاڳ،
اتن جي مارُو منهنجا.



## داستان پنجون

# بيت

وو مان وِنگي هِت، لِڇان تاريڪون تَڪي،
ٽر ۾ ٻَڏي تِتِ، پڪي ريت پهنوار سين.

❊

ٻانهون ۾ ٻرڙوٽ، پهرن ۾ پُوريا ويا،
اوتارن جي اوٽ، پاٽاريون پلجن پيون.

❊

هي جي ڦهري ڪوٽ، ڪوٽن ڪيئي ڪنگرا،
ڪنگرن ۾ ڪنڌڙا، پاندا، ڪرنگها برج ۾.

❊

هڪڙو انڊ اڏو پالي گوڙيين ڏوجهرا،
هڪڙو پيٽ وڏو سانڍي سُورَ هزار ٽو.

❊

اڳي ڪارا ڪوٽ، هاٽي ڳاڙهيون ماڙيون،
چڙهي چڙهي چوٽ، پاپي ڪرندا پٽ تي.

❊

مان جي محلين لوڏجان، مانُ ڪريان، مَرڪان،
پِيري ۾ پِيلي لڳان، جهنگل ۾ جرڪان،
ڪيچ رسي ڪرڪان، ڦٽڪي نڪران ڦند مان.

❊

هِتان هٿ ڪٽي ڪِلان، ڪائر تان نہ ڪٽان،
جني جياريو جندڙو تني ڪاڻ ٽٽان،
ويڙهيچن وٽان، مرڪان، محلين لوڏجان.

❊

اڳي جا آزاد، پينر هاٺي بند ۾،
ادن وٽ آباد هئي، بَدن وٽ برباد،
جتي دعويٰ داد جي، اُتيئي بيداد،
پينر هي بغداد، هيٺِي ڏاڍن هٿ ۾.

❊

"هئڻ تنهنجو هيترو"، ڏهاڙي ڏين ڏَرَ
ڏِنا پُونءِ پلن ڪي، جنم جنم جا پَرَ،
جيتر ٿاٽا ٿرَ، تيتر مات نہ مارويءَ

❊

ماڻهوءَ ذات مري مگر، اُن جي ذات اَمر،
پري تير- اجل ڪان، پيار- پکيءَ جا پَر،
جيتر بحر، بر، موسيٰ مائو موج ۾.

❊

پچان، پڃران بند ۾، ڪڙهان ڪين ڪُڇان،
لئُن لئُن منجهہ لُڇان، پڇان ڪائر خير سان؟

❊

اڳهرون ايندي، ڏِني ماڻهن مارويءَ
ويريءَ وٽ ويندي، وري ڪانہ رُتون وريون.

❊

اڳھرون آئي، جھڙ ۾ بجلي جرڪندي،
سھڻي سرتين ست ۾، ٻانھين ۾ ٻائي،
ڦوروءَ • ڦٽڪائي، لوھوءَ ۾ لڇندي وڃي.

❋

لڏندي لمندي لچڪندي، اڳھرون آئي،
ڪلندي ڪِڙندي ڪجڪندي، وسندي سَرھائي،
ڏاڏائيءَ ڏائي، رُئندي رڙندي پئي وڃي.

❋

اڳھرون نڪتي، گھونگھٽ ساڻ گھڙا ڪٽي،
سانيڪن تائين سَتي، سلامت پھتي،
تُرم ڏٺيي سَرتي، مُوتي ڪانہ مندون وريون.

❋

ڄارين ۾ ڄائي، پڄھي ڄارين ۾ آئي،
ٻيرين ۾ ٻابيھڙا، ٻيڙين ۾ ٻائي،
سٻائي تي سا ئي، ڳاڙھي جيڪا ڳوٺ ۾.

❋

ھينئر انڌارو ساجھر سويرو ھيو،
ڪاڏي پھرئين پھر وبو سورج سونھارو،
قبر ڪان ڪارو، اندر عمر ڪوٽ جو.

❋

تورو اڳ ۾ تڙ، ھينئر ڪاريون ڪونڙيون،
ھيرون ڪِلڻ ڪيت جو تنھنجو ڏسڻ ڄرُ،
نڏو تنھنجو ڏرُ، وڏو ڏڍ الله جو.

❋

ڀهنوارن وٽ ٻڙ، هيل هميرن هڄ ۾،
ڪوڙا تنهنجا ڪنگرا، ڪوڙو تنهنجو ڪُڙ،
سچائيءَ جو سِڙ، ڪتئي ڪتبو ڪينڪي.



پَوَن تي پردا، چاندوڪي چئونڪي اندر،
سنگهر ۾ سوگهيون بتيون، ٽُرم ۾ تجلا،
ٻڙ، توکان بنگلا، سئو ڀيرا سهنجو آتم.



ڪوٽن تي ڪنگرا اُيا، اُهاءَ ڪي اوڍر،
هِيرون پهچن هِتِ جڏهن، چاهن دريون، در،
اهڙا ٻُڙهه عمر، آڏيا اوندهه واسطي.



پرڪيو پاپن پاڻ، ست تنهنجو سورمي،
ڪچ ۾ ڪُتيون ڪُندريون، سينو سچ ڏي تاڻ،
رڳون رتوچاڻ، ميچون، مُهڙ ملير ڏي.



ڪهڙي قاتلَ ڪاڻ، موٽو قبل مري چُڪس،
بندوقون بيشڪ پريو ٻاري چوڙيو ٻاڻ،
پنُن لنجي ڀاڻ، ڏينديس ڀونءِ ڀلوڙ ڪي.



ڪوٽن، ڪوهن، ڪٽن، ونگيون رڳو وينگسون،
پنُن ڪان پنيور تنين، پيش ٻُن ٽي ٻُن،
پلئه پاٺي ٻُن، ڏرتيءَ ڏاڙ وڏي سئي.



مارئي منجهہ ملير، ههڙي هاڪ نہ هووٽي،
قلعي ۾ ڪَڙجي وئي، وِڏءِ ظلم زنجير،
پنّن تي پڪڙي وئي، سَتيءَ سُرهي هير،
اهي هيج همير، لوئياري لاهي ڪٿي؟

❊

لوئياري ۾ لوءِ، هجي ها جي هيج ۾،
پکين ڪيڏي پيار سان، پٽين پڪا پوءِ،
ههڙي منڌ هتي ڪا، تنهن جي هاڪ نہ هوءِ،
مانُ نہ ڇاٽي ڪوءِ، جيڪو ماٽيو ماروي‌ءَ.

❊

ٽاريليون ۾ ٽر، ڪهڙي ليکي ڪيتريون،
ڪڙا ڪوڙ ڍهر ۾، ساري ٻون‌ءِ ٻتر،
ڏانڊولي جا ڏرَ چمڪي چوٽ چڙهي وئي.

❊

ٽاريليون ۾ ٽرَ، ڪيئي آهن ڪامٽيون،
ڪونجون ڪوڙ پهاڙ ۾، ٽرَ ۾ مور ولرَ،
پر جنهن پاتا پرَ، ان جي اور اُڏام تي.

❊

ڳُني رجهي ڳُوڪَ، پلٽي پاٽ وجهان تہ ڇا،
هي جا ٻڙڪي هانءَ ۾، هيڏي ساري هُوڪَ،
ڦتڪي نڪتي ڦُوڪَ، ڪوٺن ڪِهہَ رُڪي ڪٿي.

❊

جارين ۾ جايس عمر، تنجيس، تيليس[1] ٽَر،
آڍيم وانڍُن ويٺرن، ٽِجيم ٽَر جي ڏَر،
ڏهرن ڏاجيم ڏات سين، ڀِٺُن ڏنم ڀَرَ،
جيڪا جالي بَرَ، سا ڪيئن باندي بند ۾؟

❊

ڏَجهن، ڏُڪارن ڄٽيو جهَولو ڪوسي ڄَرُ،
ڏُکو ڏنئون درد جو ٻندڙ ٻڌئون ٻَرُ،
وڏي ٽيس ويڙهه ۾، ووڙي واسَ وَڪرُ،
اديون آءُ اَڪرُ، ٻتي ٻنجي ٿي جلان.

❊

پلئہ پارو پُورُ ويڙهيچين ونديان تہ ڇا،
تاجيء پيٺي تاڙ ۾، سرتيون مون وٹ سُورُ،
چاهت چڪناچور جيڏيون، ڪوڏ ڪتان ڪريان!

❊

آءُ نہ اَڪيلي، ڀُليو آهين ڀوڳهلا،
ڀميي ڪميي ڀُوتَ تو ڀونءِ سڄي ڀيلي،
ٻيلائي ٻيلي، ڪين ڇڏيندءِ ڪوٺ ۾.

❊

آءُ نہ اڪيلي، ڇولي سائر سير جي،
ڇا تو سمجهي سومرا، ڇوري يا ڇيلي؟
او مان البيلي! پلي پائر جهول ۾.

❊

---

[1] تيليس - تيل مکي وئيس.

چني ڪلهہ چولي، سنڌو تنهنجيءَ سير ڪان،
سُڪِي تتي ريت تي، يا گڏونءَ ۾ گولي؟
ڳٽوانن ڳولي، سُرڪي پنهنجي سمنڊ جي.



ڳُجها تنهنجا ڳڙهہ، ڏر جي ڏِيءُ ڏنيين تا،
لُٽن لَڄَ انهن جي، جيڪي لڳن لڙهہ،
ڏسيو نندڍ نياڳ جي، هئہ هئہ وسان هڙهہ،
مارُو چو ٽيا مڙهہ، مارڳ ڪيئن مقام ٽيا؟



## سانگيئڙن جي سامَ

سندو تنهنجي سامَ، جيڪو ساڙي، سو سڙي،
ڳلو ظالم راڳ جو، پڪڙيندا ڪهرام،
مارينديءِ ماتام، اچي آمِر عيش ۾.

❊

ڏاڍو نيٺ ڏري، جيڪو ڏري ڏيهہ کي،
جهڙي آپ ڪري، اهڙي ٿئي اُن سان.

❊

ظالم باهہ پري، ذري ذري ظلم ۾،
تنهن کان ڇڏيون ڏاڍ کي، ٿئيءَ منجهہ تري،
وري ڪين وري، ڏاڍو منهنجي ڏيهہ ڏي.

❊

سنگهارن جي سامَ، مرٽي ناهي سومرا،
ازل ابد کان اڳي، ماروئڙن جي مام،
آمر ليکي ٿي چڪو اِتي اختتام،
نِناوان ناڪامَ، اچا عامَ گهٽا اڳي.

❊

خوش ٿيو خان خريد، ڪري ڪرنگهر، ڪوبري،
نہ ڪا دل وٺي سگهيو نہ ڪا دل جي ديد،
پِندو پُورِ پليد، توکان پريت نہ پوربي.

## خوابن جي خوشبو

منهنجي سپني پنڌ ۾، ڏنا اوٺيڙا،
هونگارون بيگاهہ ۾، ڏهرن ۾ ڏيئڙا،
لڳهہ مان ليئڙا، تارا تڪن ٻاڳ ڏي.

❊

ڏنم ڏوٿيئڙا، تارا تڪن ٻاڳ ڏي،
ڳائن راڳ رچي مچي، جوڙا جانيئڙا،
جهولن روهيڙا، آجايون هيرون گهليون.

❊

خوابن جي خوشبوءِ، واسي سال صديون وئي،
سمي ساٺ ڳنا ڪيا، سانگين لاٿي سوءِ،
هيڏان هوڏان هوءِ، هوندي امن امان جي.

❊

نئون چمڪيو نُورُ اکين جي آڪاس مان،
مرٽي ناهين ماروي، مارو تنهنجو مُورُ،
سو پڻ تنهنجو نُورُ آئيندي جيڪو اچي.

❊

سوچن جي سنسار مان، پليو اَمر پُور،
مرٽي ناهن ماروي، مِٽي تنهنجو مُور،
ٻير، ٻيريون، ٻُورُ سيئي ساک سجاڻ جي.

سپنا، تنهنجا سوجهرا، پائر سرڳ ڏسن،
ڳائن خوشيون، روشنيون، وايون واس وسن،
اُتي قرب ڪڪوريا، اُتي حُسن هَسن،
جيتر رنگ رسن، تيتر انگ تباهہ ٿيا.

*

سپني جي ساچاهہ، مهند وڏائي مارئي،
سانجهي، سنجهي روبرو ڏني صبح صلاح،
سورهيہ خواب ثواب ٿيا، گيدي خواب گناهہ،
ونگن وٺان واهہ، ڪوڙن منجهان ڪاهہ ڙيٖ!

*

سپنن جا سوداءَ، ڏوٽي، ڏٽ ڏقيڙ ۾،
وڏيا پائر پٽ تي، دهشت جا دهڪاءَ،
ڏاڍو هيٺي ڪي ڏڏي، پيٺون توٽي ياءَ،
گگن ۾ گوگاءَ، آئيندو ايندو پلو.

*

# واڻيون

ڦچو ڦچو چئو
ڏاڏو ڏاڏ ڪيو وڃي!

ڏنگي ڏينهن ڏني ويو
ناھہ ٽري هئو مئو
ڏاڏو ڏاڏ ڪيو وڃي!

هوڏان ڪانئر هيڪڙو
هيڏان سورهيہ سئو
ڏاڏو ڏاڏ ڪيو وڃي!

اوريان پريان پاپ جي،
پنيان نڪري پئو
ڏاڏو ڏاڏ ڪيووڃي!

ماريو ملڪ ملير کي،
پينر ڪوڙي پئو
ڏاڏو ڏاڏ ڪيو وڃي!

جيڪو ٻوهو ڍَٽ جو
تنهن لئہ تيل تئو
ڏاڏو ڏاڏو ڪيو وڃي!

لاھہ 'بخاري' لوڪ تان،
ڀُوتن وارو پئو
ڏاڏو ڏاڏ ڪيو وڃي!



پنهور چو نہ پُنس،
زوري ظلم ڪري ويو

زوري ظلم ڪري ويو،
ڏرتيءَ ڏاڙ ڪري ويو.

ڪنهن وينگس ڪوهہ تان،
هوڏي حرص هوس،
زوري ظلم ڪري ويو.

نہ ڪي چنبا چيريس،
نہ ڪي ڏند پيُس،
زوري ظلم ڪري ويو.

نہ ڪي وڏيس واهرو،
نہ ڪي چوهہ چنس،
زوري ظلم ڪري ويو.

ڪيڏي ڪار ڪري چڪو
ڪاري ڪانہ لڳس،
زوري ظلم ڪري ويو.

’استاد‘ عام قيام تِس،
محشر آهي مٿس،
زوري ظلم ڪري ويو.



جن جي آجي ٻانهن ٻڌي،
جن جي رڳ رڳ ظلم رڌي،
سي ڪيئن سکيا سمهندا،
سي ڪيئن ميڙا گهمندا.

جنبي جيڏين مان تو ڪنئي آ،
گهر مان لوڏي ناهہ لڏي،
سي ڪيئن...

شهر شهر ويا گهنگهر گهيري،
ڏهر ڏهر ويا ويل وڏي،
سي ڪيئن.....

ظالم، تو آ سونهن سلهاڙي،
ڏاڍ، تو آ ڏات ڏڏي،
سي ڪيئن....

مينهن ٿي وسندا منهنجا مارو،
ٿيندي تنهنجي باھ ٺڏي،
سي ڪيئن....

ڪيرائيندي ڪوٽ ’بخاري‘،
مارن جي مضبوط ٻَڏي،
سي ڪيئن سڪيا سمهنداٰ،
سي ڪيئن ميڙا گهمندا.



ڪُنگرو ڪُنگرو ڪنڌُ،
ڪوٽ هزارين ڪُنگرا.

ريتو ڳاڙهي رت ۾،
سِر سِر جو سنڌُ سنڌُ۔
ڪوٽ هزارين ڪُنگرا.

شاهد شوق شڪار جو
هميرن هنڌُ هنڌُ۔
ڪوٽ هزارين ڪُنگرا.

ماڻن مشروبات ۾،
ماکيون، ميوا، منڌُ۔
ڪوٽ هزارين ڪُنگرا.

پگهر، پورهئي پيڙ جو
سيجن منجهه سڳنڌُ۔
ڪوٽ هزارين ڪُنگرا.

در در جوت قنديل جي،
اندر اوندهه اَنڌُ۔
ڪوٽ هزارين ڪُنگرا.

اڳتي وڌ ’استاد‘ جو
تنهنجو پرتي پنڌُ!
ڪوٽ هزارين ڪُنگرا.



ميڇون تِرڇا تِير عمر-
آڇون ڪوڪا اک ۾ هٽن ٽيون.

هيرون بت کي باھہ ٻڇن ٽيون،
جهِرٽا جيءَ کي جهير عمر-
آڇون ڪوڪا اک ۾ هٽن ٽيون.

ديدن مان بدبوءِ اچي ٿي،
اوتين ٿو عنبير عمر-
آڇون ڪوڪا اک ۾ هٽن ٽيون.

تنهنجي هٿن ۾ سونا زيور،
نظرن ۾ زنجير عمر-
آڇون ڪوڪا اک ۾ هٽن ٽيون.

ڪارونجهر تان چمڪي چمڪي،
ڪنوٽيون آڪِن ڪِير عمر-
آچون ڪوڪا اک ۾ هٽن ٽيون.

ڪوٽن جيڏو ٿهر ڪندو ڇا،
ڏرتي جيڏي ڏيِر عمر-
آچون ڪوڪا اک ۾ هٽن ٽيون.

پنهنجين جيڏين سان گڏ پيئان،
ڪائر پهچي ڪير عمر-
آچون ڪوڪا اک ۾ هٽن ٽيون.

آفاقي 'استاد بخاري'،
موهيو ملڪ ملير عمر-
آچون ڪوڪا اک ۾ هٽن ٽيون.



نانگ ڪپر هي نوٽ عمر،
ٽر جي بدلي زر ٿو آڇين.

آهُون مٽجي ٻانهون ٿيندين،
ٻاڙ تکا ٻرڙوٽ عمر،
ٽر جي بدلي زر ٿو آڇين.

مان تہ مَنهن تي سمجهان مومن،
ڪافر تنهنجا ڪوٽ عمر،
ٽر جي بدلي زر ٿو آڇين،

نيٺ تہ اُٽندا، اُٽندا ڪٽندا،
عام آٽئي اٽموٽ عمر،
ٽر جي بدلي زر ٿو آڇين.

ڪوڙ ڏٺا 'استاد' اکين سان،
ڪِرندي اوچا چوٽ عمر،
ٽر جي بدلي زر ٿو آڇين.



## داستان ڇهون

# بيت

ماندي ٿي نہ ماروي، ڏسي ايڏا ڏکَ،
سُک پکڙندا راڄ ۾، مرڪي پوندا مُکَ،
ڏکن منجهان سکَ، سِگهي ملندءِ سورمي.

❊

ماندي ٿي نہ ماروي، ڏسي ڏُکر، ڏولِ،
ڇڇڪِي مينگهہ ڇرون ڪندا، ٿهڪي پوندا ٽول،
رُتون رنگ رتول، موتيون ڇاڻ ملير تي.

❊

ماندي ٿي نہ ماروي، ڏسي ڏَرُ مَرَ ڏَمر،
مري ويندا مامرا، مارُو پاڻءِ امر،
در در دهل ڏَمر، گهر گهر قومي ڪاڄ ٿيا.

❊

ماندي ٿي نہ ماروي، ڏسي وڏا ڏولَ،
ڀڪن ڀهران ڪنگرا، ٻانهُين[1] ۾ ٻڙڏول،
ٻڪي ڀهتا ڍول، ڀيلا هول ڀڳا وڃن.

❊

ماندي ٿي نہ ماروي، ڏڪڻ لڳا ڏنجَ،
روئن بيٺا رنج، خوشيون، ڪاڄ ڪلڻ لڳا.

❊

---

[1]) ٻانهيون: ڪوٽ جون ٻانهيون، پٽيون، پاسا.

ماندي ٿي نہ ماروي، ڏسي قلعا ڏگهہ،
ڏُکي توسان گڏ آ، ساري ٿَرَ جي سگهہ،
لوهن منجهان لنگهہ، ڪندا ڪٿڪ لوڪ جا.

❊

ماندي ٿي نہ ماروي، ڏسي ڏوٽا ڏنب،
آمِر ڪان مارُو گهڻا، ارڏا اَٽنگ، اهنب،
جوٽيا جوڌن جنب، پينهين ڏاڍِ پِٽون ڪندا.

❊

ماندي ٿي نہ ماروي، ڏسي هي ڏهڪاءُ،
پسجِي پاپ مٽين چڪا، باقي پِٽڪي[1] پاءُ،
سارو ديس دٻاءُ، هيٺو هانءُ همير جو.

❊

ماندي ٿي نہ ماروي، ڏسي ڏڪ ڏچا،
پڪا پٿر پر اٿئي، ڪائي ڪان ٻہ ڪچا،
هي جي اڄ هچا، سُيان سپ سچيون ڪندا.

❊

ماندي ٿي نہ ماروي، ڏسي ڏوٽين ڏڪَ[2]،
ڏرٽي[2] ڏڪٽي ناهہ هي، جهجهڙ آهہ جهَنجهڪَ،
ڏيل ڏکي، ڌرتي ڏُڏي، لُڏن لوڙها[3] لڪَ،
پائرَ، ڪائرَ ٻڪَ، سيان سوپ ملير جي.

❊

---

[1] پِٽڪي = ان ماپڻ جو ننڍڙو ماپو. (اتر سنڌ ماٿيلي طرف استعمال ڪيو ويندو آهي)

[2] ڏَڪَ = ڏڪٽي، خوف [2] ڏرٽي = ڊڄڻي [3] لوڙها = جيل، قيد، بند [4] ميا = ماپيا، اندازو ڪيا.

ماندي ٿي نہ ماروي، ڏسي ڏاڍ ڏيا،
مارِي مُنڌ ڳٽيو ڏرين، مارُو تو نہ ميا[1]،
ويندي، ايندي وقت کي، پڻ ڪي پئند پيا؟
ويا وهم ويا، آيا آهم اُها اجهي!

❊

ماندي ٿي نہ ماروي، ڏِسي ڏکا ڏر،
ڏاڍن جا ڏونگر اِجهي، پُري ٿيا پوير،
لوڪاٺا لشڪر، ڪوٽن تي ڪڙڪي پيا.

❊

ماندي ٿي نہ ماروي، ملهبو مهراڻو،
ڇمندو چرڪيل رات مان، سُجهندو سياڻو،
هوا هاواڻو، آندو آجي دور جو.

❊

ماندي ٿي نہ ماروي، خوف اِجهو ڪاڻو،
اِجهو اوندهہ پيٽ مان، سورج ساماڻو،
ٿهڪي ٿو ٿاڻو پراڻي پِٽڪي منجهان.

❊

ماندي ٿي نہ ماروي، سعيو ڪج سياڻو،
سوڊا سنڌ سجاڳ جا، گهائيندا گهاڻو،
سچ نہ ٿئي ساڻو سچ نہ مرجهي سوجهرو.

❊

ماندي نہ ماروي، ڏسي پيڙ پٽر،
پٽر کي پيهيون وڃي، بيشڪ وير بشر،
اُدم رک اٽر، اڻ ٿيٽي ٿيٽي اٿئي.

❊

ماندي ٿي نہ ماروي، ڏسي لوڙها ۽ ڳڙهہ،
جوڏا انڌ جي جَڙ، ڏوڏي پٽ پڌرا ڪندا.

❊

ماندي ٿي نہ ماروي، ڏسي اَنڌ ۽ اڏا،
پِتيون، چِتيون جُڌ ۾، اوتر منجهہ تڏا،
ڏونگر ڏاڍ وڏا، گپهہ ڏينهن قيام جي.

❊

ماندي ٿي نہ ماروي، ڏسي ڪوٽ، قلعا،
نهڻ، ڊهڻ دور جا، چالو سلسلا،
ايندا زلزلا، ڏڏڙ ٿيندا دٻدٻا.

❊

ماندي ٿي نہ ماروي، ڏِسي لوها ڪوٽ،
آمِر هڪ اٽموٽ پر، مارُو سڀ اٽموٽ،
چوٽن مٿان چوٽ، جبل کي جهوريو وجهي.

❊

ماندي ٿي نہ ماروي، ڏسي سمنڊ سُور،
ساگر کي ٻہ ڪنڌي آ، ڏرتي ناهي دور،
هي موقعو مجبور، باقي اڳتي آجپو.

❊

سپنا سُهاٽا، ڪامڻ ڏٺا ڪوٽ ۾،
قلعا ڊهندا ڪُوڙ جا، بنبا بهانا،
ظالم ڪان مظلوم ٿيا، زبرا زمانا،
وسندا ويرانا، آجا ٿيندا آجڪا[1].

---

[1] آجڪا = روزگار، وسيلا، سهارا.

# واڻيون

چاٽئه چورَ عمر،
ظالم زور عمر،
ڪِرندءِ قهر وڄون ٿي،
ويندين پاپ پٽون ٿي!

ڏاڀن، ٿاڌن، اُونگرن،
ڏِگا ڍور عمر،
ڪِرندءِ قهر وڄون ٿي....

ڏڌِن ڪائن ڏيهه ڪي،
آدمخور عمر،
ڪِرندءِ قهر وڄون ٿي....

پيٽون جوئِن جيھڙيون،
سمجھن سور[1] عمر،
ڪِرندءِ ڦھر وڄون ٿي....

توکي نيندا تحت[2] ڏي،
تنھنجا طور عمر،
ڪِرندءِ ڦھر وڄون ٿي....

ويھي ڪانہ وويڪ سان،
اوريئہ اور عمر،
ڪِرندءِ ڦھر وڄون ٿي....

جوڙج ڪوليون لوھہ جون،
پانئج پور عمر،
ڪِرندءِ ڦھر وڄون ٿي....

’استاد‘ آکي امن جا،
ايندا دور عمر!
ڪِرندءِ ڦھر وڄون ٿي،
ويندين پاپ پٽون ٿي!



---

[1] سور: سوئر.  [2] تحت الثري: پاتال، تباھي.

ظالم زورَ ذليل،
مُور نہ مجندا ايلَ [1]،
اَصل ايل پهنوار او...

ڪوڙي ۾ توڙي ڪٽي،
نوڪيو ڪوڪا ڪيل،
مور نہ مجندا ايل،
اصل ايل پهنوار او...

ڇيري، لوٽي، چوڇڙيون،
ڏيئي ڏنيو ڏيل،
مور نہ مجندا ايل،
اصل ايل پهنوار او...

ٻولي ٻولن ٻي نہ ڪا،
ٻندا ڇِپن ٻيل [2]،
مور نہ مجندا ايل،
اصل ايل پهنوار او...

---

[1] ايل = اِيلَ مڃڻ، آڻ مڃڻ، آئي مڃڻ، اِيل ڪرڻ،
[2] ٻيل = فيل، هاٿي.

سوچون سيڻ سچ سان،

مور نہ مڃندا ايل،
اصل ايل ڀڻوار او...

ڪُوڪون روڪن حڪم ڪي
جهلر ايو جي جهِيل[1]،
مور نہ مڃندا ايل،
اصل ايل ڀڻوار او...

اُتي جي ’استاد‘ پيا،
جهوري وجهندا جِيل[2]،
مور نہ مڃندا ايل،
اصل ايل ڀڻوار او...



[1] جهيل = گڏجي آواز ملائي ڳائڻ، آواز ملائڻ، سُر ملائڻ.

[2] جِيل = لوهي ٻيڙي جا پيرن کان ڳچيءَ تائين پيل هجي.

ٽڙڪا، ٽاڙهو ٽاڙ عمر او
ڪوٽن ۾ ڪڙڪاٽ اچي پيئي!

يٽ يٽ ٽي پئي باهہ پيڙڪي،
هٽ هٽ ٽي هٽتاڙ عمر او
ڪوٽن ۾ ڪڙڪاٽ اچي پيئي!

چيتا، واگهہ، بگهڙ ٽي مڇريا،
ڌرتيءَ لاءِ ڌراڙ عمر او
ڪوٽن ۾ ڪڙڪاٽ اچي پيئي!

جهونجهارن جي جيءَ ۾ جهولا،
اکڙين ۾ آڪاڙ عمر او
ڪوٽن ۾ ڪڙڪاٽ اچي پيئي!

در ٽي حقدارن جا ڌڌڪا،
ڀهرن ۾ ريهاڙ عمر او
ڪوٽن ۾ ڪڙڪاٽ اچي پيئي!

آزادي 'استاد' وسي پئي،
يون- ڄايا يونڦاڙ عمر او
ڪوٽن ۾ ڪڙڪاٽ اچي پيئي!



آمر عدل ڪري، ڦورو فضل ڪري،
قاتل ڪهل ڪري، اَئِي ادي آءُ نہ ميڃان۔
جيجل مان نہ ميڃان.

ڏونگر ڏهر ڏري ويا، ٻيلا ٻير ٻري ويا،
سيئي شير مري ويا، اَئِي ادي آءُ نہ ميڃان۔
جيجل مان نہ ميڃان.

پنهنجي ڏاري سمجهن، وڪڻ واري سمجهن،
قيدڻ ڪاري سمجهن، اَئِي ادي آءُ نہ ميڃان۔
جيجل مان نہ ميڃان.

مارُو مِٺ مٺايان، پنهنجو حق هٺايان،
ڪُرَ جو نڪ ڪٽايان، اَئِي ادي آءُ نہ مڃان-
جيجل مان نہ مڃان.

انڊو ڏيک ڏسي ڪو، ڀوڙو ڀول ڀُڏي ڪو،
پاپي پيار ونڊي ڪو اَئِي ادي آءُ نہ مڃان-
جيجل مان نہ مڃان.

توڙي قيامت ڪاري، سامهون انڌ انڌاري،
چوڙي چوهہ 'بخاري'، اَئِي ادي آءُ نہ مڃان-
جيجل مان نہ مڃان.



# بيت

ڏاڙي ڏڪي آءُ، ڏوٻياڻي ڏوڏن ڏڪي،
ڏنو ڏرم همير جو هيسيو هوش نہ هانءُ،
جيڏو ٿرَ جو ٿانءُ، ايڏي آس عوام ۾.

❊

ننڍ نهوڙي سسئي، مان مُنيس پنهنجي مَتِ،
ڏسان ها ڇهرو ڏنگو ڀينر ڀليءَ ڀَتِ،
پڇان ها پاڻان وڏيون، ڳنهان ها ڪا ڳتِ،
ٻَرَ تي ڪيم ٻَتِ، آڇي آبُ لُڇي ويس.

❊

چوٽيون سسئيءَ سامهون، ڪنگرا اڳيان مون،
مارِن هر معذور کي، ماڳهن مٿانهيون،
سينا ساهياسون، ٻڌي سندرا سچ جا.

❊

ڏيرن ڏنيي ٻانيٽي، ڪوٽن ڪنيي مان،
هوءَ ٽڪرن کي ٽڪرون هٽي مان ڪوٽن ۾ ڪڙڪان
هوءَ سُڄن ۾ اڃي وڃي، مان ٻاڻي زهر پيان،
مان مارن لئہ تڙپان، هوءَ هوڪاري ٻئي هوت لئي.

❊

ڪوهن روڪي سسئي، آءُ ڪوٺن روڪي،
پهڻن ٺوڪي ٻانيٽي، مهڻن مان ٺوڪي،
اسان الفت غير جي، اندر مان اوڪي،
ٻڏيسين ٻوڪي، پنهنجيءَ پاڪ پريتِ جي.

❊

مِرن تاڙي سسئي، مِيرن تاڙي مان،
هاڻوُ حاڪم جي هجن، ڪنهن وٺ ڪوڪ ڪيان،
ٿهري ڀِتيون ڪوٽ جون، ڀينر آءُ ڀيچان،
وطن اڄ ويچان، سيان سج اُتي پسان.

❊

# ستي سورمي

سنڌياڻيءَ جو سَتُ، ڏنو ساري ڏيھہ،
ساڳي ٻولي سچ جي، توڙي ڇاتي ڇيھہ،
سُگَرَ ۾ ساڻيھہ، هڏڪي ’حق‘ ملير جي.



سنڌياڻيءَ جو سَتُ، ڳتي برج ڪنبي ويا،
’جيتان- جيتان‘ جُوءِ ڪي، ڇيتان- ڇيتان رَتُ،
ڏوٿياڻيءَ جو ڏتُ، سارو ڏيھہ رنگي ويو.



سچائيءَ جي سگھہ، ڏسي ڏوھہ ڏڪي ويا،
ڪيڏا ڏاڍا ڏگھہ، سامھون سچ جُھڪي پيا.



سچائيءَ جي سوڀ، سدا جرڪي سچ جان،
لالن جھڙا لوڀُ، پِيلا، نيلا ٿيو وڃن.



سدا سرخرو سچائي سنسار ۾،
عمر ڪي آمر چوي، دهشت دوبدو،
هينئون هوبهو، ڏاريو منڊ حسين جو.



سو تون سرخرو، سدا پنهنجي ساٿ سان،
ٺُڪيئي ٺر ـ ويريءَ مٿان، توبن روبرو
ميجيا تو مارُو، هٽي نعرا حق جا.



توکي صديون سپ، ڏينديون جايون جيءَ ۾،
جيتر ٻج ٻني ڦُٽي، ڳوريون پائن ڳيپ،
جيتر رعيت، ربُ، تيتر سَٿُ اُتامرو.



# وايون

ڪوٺن آءُ ڳڙي،
ڪوهہ وڪوڙي سسئي.

هجوڻ ها جي هِڪ مُنهنيون،
ٻڌي ساڻ ٻڙي،
ڪوهہ وڪوڙي سسئي.

سهڻيون، هيرون، سورٺون،
هرڪا سُورَ سڙي،
ڪوهہ وڪوڙي سسئي.

هوڪاريون ڪڏ حق حق حق،
ڏو ڏو ڏم ڏڙي،
ڪوهَه وڪوڙي سسئي.

ڏيندا اٽتر عزم ڪي،
واٽون ڪوٽ رڙي،
ڪوهَه وڪوڙي سسئي.

ڏات ’بخاري‘ لات تي،
لوءِ لوءِ ڪاڻ لڙي،
ڪوهه وڪوڙي سسئي.



کھـڙي سُـڌ کـڙبـي، آجــي،
سھنجي،
سورمي.

ٻڌيائتي بي آب کي، آب ڏئي اڙبي،
آجي،
سھنجي،
سورمي.

صورت سنڌ سچار جي، ڊوھن وٽ ڊڙبي،
آجي،
سھنجي،
سورمي.

ڏاڍي پياري ڏيھہ جي، ڏچن ۾ ڏڏبي،
آجي،
سھنجي،
سورمي.

سرھائي 'استاد' جي، ويڌن ۾ رڌبي،
آجي،
سھنجي،
سورمي.



ڪاڙهي ٿو تہ ڪڙهي،
ساڙي ٿو تہ سڙي،
ظالم پنهنجي ظلم ۾، لوڪو!

ڳوڙي ڪڙيو سچ کي،
ڪوڙي ڪير ڪڙي؟
ظالم پنهنجي ظلم ۾، لوڪو!

تاڪوءَ تاڙي ماروي،
تاڪُو ڪير تڙي!
ظالم پنهنجي ظلم ۾، لوڪو!

جهولو بنجي جَهڪَ تي،
جُوءِ جو هانءُ جهڙي،
ظالم پنهنجي ظلم ۾، لوڪو!

ههڙا گل گلاب جا،
ڳاهيا ڳاهہ ڳڙي،
ظالم پنهنجي ظلم ۾، لوڪو!

منهنجي ملڪ ملير سان،
اهڙو ظلم اڙي!
ظالم پنهنجي ظلم ۾، لوڪو!

آهي ڪو ’استاد‘ جو
امن لاءِ لڙي!
ظالم پنهجي ظالم ۾، لوڪو!



ٿڙ ٿڙ تنهنجي تاتِ
ستي، سُهڻي، سُورمي.

سچائيءَ جون ثابتيون،
ويڙهيچن جا واتِ
ستي، سهڻي، سورمي.

امر ڏات ڏئي چڪي،
مانگر توکي ماتِ
ستي، سهڻي، سورمي.

رنم ساري رات پئي،
پـرچـايـم پـريـاتِ
ستي، سهڻي، سورمي.

جهونگاريا 'استاد' مون،
جر، ٿر جا جذباتِ
ستي، سهڻي، سورمي.



سهڻائي ساڙي،
تاڪائوءَ تاڙي،
مِهري ملڪ ملير جي.

سُهڻي جيڏين ست ۾،
مَنَهن ۾ ماڙي،
مِهري ملڪ ملير جي.

مُرڪي، مهڪ نڙي پوي،
ولين جي واڙي،
مِهري ملڪ ملير جي.

مهري ٿهريءَ مان مُٺي،
گهوڙا- گهوڙا ڙي،
مِهري ملڪ ملير جي.

ڏوٿن ڏوڪي ۾ وڏي،
ويڻن ڏونداڙي،
مِهري ملڪ ملير جي.

رولاڪن رولي چڏي،
اولاڪن اڙي،
مِهري ملڪ ملير جي.

ڪيٿن ۾ ڪِلٽي ڪِنوڻ،
بيڙين ۾ ٻاڙي،
مِهري ملڪ ملير جي.

ڪارن ڪوٿن تي اچي،
پهتي پوياڙي،
مِهري ملڪ ملير جي.

بندِي اچ ’استاد‘ مون،
ڦنڌن جي ڦاڙي،
مهري ملڪ ملير جي.



ٿوڪِن ڪوٺ، ڪڙا،
ڪائن خار ڪڙا،
منهنجا مارُوئڙا،
سادا سانگيئڙا.

پوڙهن پُرجهيو ڪين ڪي،
جوٽيا جوانڻ جڙا،
منهنجا مارُوئڙا.

سوچن سگٽيون ڪڪريون،
ڳالهائين ڳڙا،
منهنجا مارُوئڙا.

مٽئون ماڪڙ ملڪ تي،
ڪنيئون ڪين ڪڙا.
منهنجا ماروئڙا.

هوڏان وهِہ سان واسطو
هيڏان ڪير گهڙا،
منهنجا ماروئڙا.

اڌ جيئرا ’استاد‘ پيا،
چورن چنگ چڙا،
منهنجا ماروئڙا،
سادا سانگيئڙا.



مارُو روز مُنجن وو،
مون ڏي ڪوڙ ميارون.

اڪ ۾ ڪڪ نہ ڪونيو طعنا،
تن ۾ تير ڪپن، وو
مون ڏي ڪوڙ ميارون.

جهيڙو جهرڪيءَ باز بڪئي جو
’چين چين‘ منجهہ چنبن، وو
مون ڏي ڪوڙ ميارون.

ڳُوڪان ڪنگرا، ڪتيون چرڪن،
ٻاهر ڪين ٻڌن، وو
مون ڏي ڪوڙ ميارون.

ماريان پاڻ، مِلان ڪيئن مارُو
جيئان، مانَ مِلن، وو
مون ڏي ڪوڙ ميارون.

مچرن راڄ، وڄون ٿي ڪڙڪن،
من ٿي مِينهن وسن وو
مون ڏي ڪوڙ ميارون.

هي جي ڪوٽ نسورا ڪوٽا،
پورا ٿين پڄن، وو
مون ڏي ڪوڙ ميارون.

ڦٽس پاري پريت ’بخاري‘،
سالم ساڻ ستن، وو
مون ڏي ڪوڙ ميارون.

❖

توجي ’ڪرم‘ ڪيم،
سمجهيم سمجهيم سي ميان!

ڪٿ تي ويهي ڪيئن ڪلان مان،
پٽ تان پير پٽيم،
سمجهيم سمجهيم سي ميان!

ڪنگڻ، ڪڙيون، ٻوليون، ڏُهريون،
ڳهڻا ڳٽ ڳٽيم.
سمجهيم سمجهيم سي ميان!

اوچا آچيا ويس وڳا تو
لوئي لال لڏيم،
سمجهيم سمجهيم سي ميان!

در تي تنهنجي دهل دماما،
دل ۾ درد ڏميم،
سمجهيم سمجهيم سي ميان!

اڻ تر تي 'استاد' بخاري،
آخر ڪوٺ ڪٺيم،
سمجهيم سمجهيم سي ميان!



پُرجهيئون ڪين پڪارون منهنجون،
مارُن ڏانهن ميارون منهنجون.

ڪونجن جيئن قطارون جوڙيون،
ڳوڙهن واريون لارون منهنجون،
مارُن ڏانهن ميارون منهنجون.

ڳائن ڳيچ اديون ڳوناٽيون،
ڪوٽن ۾ ڪوڪارون منهنجون،
مارُن ڏانهن ميارون منهنجون.

ترَ جون تاجيون، پرَ جا پيٽا،
تندون تندون، تارون منهنجون،
مارُن ڏانهن ميارون منهنجون.

ڪوڪن ڪٽڇون، گهوڪن ڳيرا،
ٽڙ ٽڙ لاءِ ٽنوارون منهنجون،
مارُن ڏانهن ميارون منهنجون.

ڦوڳ ڦلاريا ڦَر سين سهسين،
برپٽ منجهه بهارون منهنجون،
مارُن ڏانهن ميارون منهنجون.

سورج ڪرڻا پائرَ پَٽَ تي،
ڏهرن ڏانهن نهارون منهنجون،
مارُن ڏانهن ميارون منهنجون.

ڏوڏيندين هر دور 'بخاري'،
ظالم ڪي للڪارون منهنجون،
مارُن ڏانهن ميارون منهنجون.



ڪا جي سوچ ڪيان ها،
هئہ هئہ هينئن نہ هجان ها!

ديسي ويس مِٺو هو،
ڏيهي ڏيل ڏِٺو هو،
سالم سِيل ڏسان ها،
هئہ هئہ هينئن نہ هجان ها!

هن ڪي گهرج گهٽيري،
تن ۾ تاس تڪيري،
تڪڙي مان نہ تٽان ها،
هئہ هئہ هينئن نہ هجان ها!

اوٺي هيٺ اچي ها،
نيڙي نيٺ اچي ها،
ويجهي مان نہ وڃان ها،
هئہ هئہ هينئن نہ هجان ها!

وبري ساڻ وڙهيس پئي،
تائين توڙ رڙيس پئي،
گونگي، غش نہ ٿيان ها،
هئہ هئہ، هينئن نہ هجان ها!

ڏوري ڏانءَ وڏي سان،
ڪوري ڪرت، ڪڏي سان،
جهوري برج وجهان ها،
هئہ هئہ، هينئن نہ هجان ها!

مارُو وِيرَ 'بخاري'،
ڪن ها ڪا پوئواري،
پوءِ چو قيد ڪٽيان ها،
هئہ هئہ، هينئن نہ هجان ها!



تن جي تات اَتم، اَتم،
جَنم جنم کم جن سين.

جيجل جهولي لُئن لُئن لولي،
ٻوليءَ ٻول ٻَڌم،
جَنم جنم کم جن سين.

پاڙيم، پاڙيان، پاڙيندس پئي،
کي جي قول کيم،
جَنم جنم کم جن سين.

ويهي سرتين وچ ۾ جيجي،
سچي سينڌ ڏنم،
جَنم جنم کم جن سين.

مِلندي مارُو، کِلندي کائر،
ڪِرندي ڪوٽ ڏئم،
جَنم جنم ڪم جن سين.

پهتو نيٺ تہ پائر پنڌو،
پيرا ڪين پڳم،
جَنم جنم ڪم جن سين.

لاکي لوئي لاش متان لا،
جنهن ۾ لانءَ لڌم،
جَنم جنم ڪم جن سين.

ويهُون واڍون ونگ وڌائون،
چرڪي سپ چنم،
جَنم جنم ڪم جن سين.

مارُو نيٺ 'بخاري' ماڻيا،
نبري قيد وبم،
جَنم جنم ڪم جن سين.



# ٽيھہ راتيون [قيد ۾]

## پھرين رات

پھرين رات پڇاڙجي، پھتي ڪوٽن وٽ،
جھوڪون، جھوبڙون منڊ ڪي، انگين ڏنئون اٽ،
جھيريائون جھٽڪون ڏئي، جھورِيائون جھٽ جھٽ،
ڪانہ ڪيائون گھٽ، پڇندي ڪان پرتي ويا.

—

پھرين رات پھنوار ڪي، پھرن ۾ پيئي،
اندر انگ ونگي ويس، ڪوٽ، ڪٽڪ ڪيئي،
آجايون، جيڏيون، پِنون، تول تٽس ٽيئي،
ڏاج ڏڪيو ڏيئي، سارو سڪ ڪسي ويس.

## ٻي رات

ڀھگڻ تي ٻِي رات اچي، ڪرڙائي ڪڙڪي،
سھائي سوگھي ٻڌي، اونداھي ٺھڪي،
سچي سُوَڙي سونھن تي، ڪوڙن جي ڪٽڪي،
پيڙ پيا پڙڪي، ساڙڻ ڪارڻ ست جي.
ڏوجھي رات ڏڪي، ڏوريو پنھنجي ڏيل سان،
ڪيڏو ڏوھہ ڏگھو ٿيو ويس ڪوٽ ڪڪي،
اچي آجي آب لئي، ڪائر ڪاڄ ٻڪي،
جن جي ڪاڻ جڪي، تن ڪان ڪوٽ ڪٽي وڏس.

## ٽين رات

ٽچڪايس ٽينءَ رات جو ٽوڪ ڪري ٽاٽي،
سوگھي آهين سنگھرين، هاٽن وٽ هاٽي،
اُڇليندءِ آڙاھ ۾، يا گھوٽيندءِ گھاٽي،
منڌ وري ماٽي، سانگي سگھندئين ڪينڪي.

## چوٿين رات

چيياٽڙ چوٿين لڳس، سچيون سوچون سُورَ
ڏاڙھڙ آيس ڏاڍ جا، بگھڙ، ٻُور، جنبور،
تڪڙ جون نوڪون تِکيون، اکيون انگھ انبور،
ڪيڏا ٿھر ڪلور، هميراٽي حڪم ۾.

## پنجين رات

پنجينءَ پلٽيس پور، اڇي ديس دلير جا،
هيڏا ويڙها هيترا، مارو ڇو مجبور؟
هيبتناڪ حشام هَٽَ، غير تمند غيور،
من مانيون منظور، ٿھر جون ڪيتر ڪندا؟

## ڇهين رات

ڇھينءَ ڇوريءَ ساريا، ڇوها مڙس ڇُڳيرَ،
جوڌا جھونجھارا وڏا، دولھ شير دليرَ،
ورندا منهنجا واهرو، مانجھي مرد مٿيرَ،
ويڙها وٺندا وير، پاند [1] پراٽا ڪين ٽين.

---

[1] پاند = پلاند.

## ستين رات

ستينءَ ست ستاءِ، آمر جي مڄُ آڻِ،
قابو لوهي ڪوٽ ۾، تاهم تر ڏي تاڻ،
هرڪو پنهنجي هاج ۾، ڪُوڪين ڪنهنجي ڪاڻِ؟
ٽاٽو ناٽو ماڻِ، هيڏي هوڏ ڇڏي ٻہ ڏي.

ستين ٽيس ستوهہ، سيڻ متائج سون تي،
سڱين سيج سومرو، لڱين لهندءِ لوهہ،
ڏاڍي ڪي ڏاڍو مچڻ، ڏوتڙ ناهي ڏوهہ،
ڪنڪ، ڪوٽ، ڪڙول ۾، توکي ڪنهنجو توهہ،
انهن جو اندوهہ، جن کي جن نہ ڪن ڪا!

## اٺين رات

اٺينءَ تي اوٺي، ڏٺئين سوچ سجاڳ ۾،
متان ميين ’آمنا‘، پنهوارن پوٺي!
رڱج ريٺي رت سان، ڦيدياٽي ڪوٺي،
جهونجهاريءَ جوٺي، چوٺي ڪندي سوءِ تي.

## نائين رات

نائينءَ نهڪر ٽي چڪي، هاڻ نہ ٽئي هاڪرَ،
ساگر، صحرا ٽي سگهن، صحرا پڻ ساگرَ،
نر ناريون ٽين، ۽ ناريون بنجن نرَ،
گگن گاهہ ڦُٽي پون، پهڻ ڪڍين پَرَ،
ڏُڏِي ڦاٽي ڏرَ، مڃي مور نہ ماروي.

## ڏهين رات

ڏهينءَ رات اهو ڏچو سوچيو ڏيهان ڏيهہ،
ڏاڍي جي ڏهڪار ڪان، دهڪي هرڪا ديهہ،
ڪرڻجي ڪوٽن ڪيا، ڇپر ڇيهون ڇيهہ،
سڪراتون ساٽيهہ، اڳ نہ پوڳيون ايترييون.

## يارهين رات

يارهين رات يڪا ويا، هُلي هرجا هُلَ،
ڏاڍي ڏنيي ماروي، ماٽڪ لال اَمل،
ڪاڏا اِنهيءَ ڪوٽ تي، پورب، پڇم بُلَ،
هرڪو لاءِ عدل، ڪوڪاريو ريهون ڪري.

## ٻارهين رات

ٻارهينءَ رات ٻرڻ لڳا، مارو منجهہ ملير،
بنجي لوح قلم ڇڪا، جيڪي حڪم همير،
جن جي من تي ماروي، تن جي تَن تي تير،
زوري ظلم زنجير، جُوءِ سڄي جڪڙي ڇڏي.

## تيرهين رات

تيرهينءَ رات اچا تڪا، پاپن جا پڙلاءَ،
تارن ۾ تنبڙ لڳا، تاتارين جا تاءَ،
پَوَ سنگهي ويا پونءِ ڪي، وهم وڏايا واءَ،
جن ڪي لُوري لَڄَ جي، تن ڪي گهرا گهاءَ،
آمر جا انياءَ، پائر ۾ پڪڙي ويا.

## چوڏهين رات

چوڏيهن رات اچا چٽا، ظالم لاتا زور،
پِنيو ڏنڊوو ڏيٺ ۾، چانگي چڙهي چور،
جيڪو حق لئہ ڪوڪندو ڪاٽي ڪنديس ڪور،
ڏهر ڏهر کي ڏور، ويڙن وڏي ڪنڌ ۾.

## پندرهين رات

پندرهينءَ پَٽن مٿان، اچي ڪڙڪيا پاپ،
پهري کي دهرو ڪيو، آمر سوچي آپ،
ڏهرن تي ڏڪٽي مڙهي، ڪنڌن اُتي ڪاپ،
ڇن ڇن مٿان ڇاپ، هميراٽي حڪم جي.

## سورهين رات

سورهينءَ تي سنڌو سجي، ٿي وئي سُور ئي سور،
وانگين کي ونگي ويا، پهريان پويان پور،
ڪوٽن ۾ قابو سَتي، مَنهنَ ۾ مذڪور،
چادر چيهاڙيون، ادي، چوديواري چور،
مِهڻن ۾ مجبور، مٿن هُوندي ماروي.

## سترهين رات

سترهين رات سَتيءَ اتي، سوچيا جوڏن سنگ،
سُڪڙجي ويا سورما، يا اُڪڙجي ويا انگ؟
پڪڙجي پڏرا پيا، جڪڙجي ويا جهنگ؟
سهڪي يا ساٽا ٿيا، ڏهہ ڏهہ ڪائي ڏنگ؟
نامين پنهنجا ننگ، ڪانئر ٿي ڪارا ڪيا.

## ارڙهين رات

ارڙهين رات اروڙ ڏيکاري اهڙي ڏنس،
هاڪ وري پيو هاڪڙو گرجي گاج گروڙ
وڏي ڪاٺر ڪوهہ ڪا، جهنگن منجهہ جهنجوڙ
ڪاٽي قوم ڪروڙ ڪاٽي آمر ايڪڙو.

## اڻويهين رات

اڻويهينءَ احساس ۾، ڪا آس وٺس آئي،
اونداهي انڌير ۾، تي سورج سهائي،
قيدڻ پڇيس ڪير تون؟ آکيس "آجائي"،
"جيئڻ ٿورا ڏينهنڙا، ٻهگڻ ٻڌ ٻائي،
ڪنڌ بنا ڪائي، آزادي ايندي نہ آ".

## ويهين رات

ويهين تي وينگس ڏنو پنهنجو خاص خمير،
پاڻي سنڌوءَ سير جو مِٽي ماڳ ملير،
سَٽُ صحرائي سندس، آدم عزم امير،
زنگيو آهي زنجير، ناهي زَنگ ضمير کي.

## ايڪيهين رات

عمر ايڪيهين، آکايس راکن هٿان،
پُونءِ پَر تي بيسود ٿي، بيزوري بيهين،
ڪهڙو پهتئي ڪرڙم مان، ڪيڏو ٿي ڪيهين،
پڪا سي پينهين، ميدو ڪندس ماروي.

## ٻاويهين رات

ٻاويهين ٻڙڪي، منڊ ٻڌايس منڊ جون،
پتو پوندءِ پاپ پو پوڻءِ جڏهن ٻڙڪي،
ٿهري تنهنجي ڪوٽ تي، وڃ اِجهو ڪڙڪي،
لڳ وڃن لڙڪي، سگ نہ چنبا سومرا.

## ٽيويهين رات

ٽيويهين ٽهڪي، ٽڏي حاڪم ٺڪي ٺوڪ،
ٻيڙيون ٽٽڪا، ٻاسيون، منهنجي نب جي نوڪ،
هيسيا هڪڙي حڪم سان، لکين ڏري لوڪ،
راجا ڪهڙي روڪ، جيڪي سوچي سو ڪري.

## چوويهين رات

چوويهين پهچي چڪو، آمر جو اعلان،
مور نہ پسي ماروي، وري ٿر جو ٿان،
ڪسڻ گهرجي ڪوٽ ۾، فيصلو فرمان،
ديس سڄو دهمان، ڏيهہ سڄو ڏهڪي ويو.

## پنجويهين رات

پنجويهين پهنوار وٽ، پهتا ڪي پهنوار،
مجبورن مجبوريون، اوريون منجهہ آجهار،
اُميدون، انصاف ٻئي، رنا زارو زار،
ڏاڍا ۽ ڏهڪار، پهرن تي پورا رهيا.

## ڇهويهن رات

ڇويهين ’ڇوڇا‘ پڇيو سوچ پرئي سنسار،
ايڏي انڌ انڌير تي، ڇوڏاري ويچار،
پَڇمَ پاڻ پچاڙيو پورب ڏانهن پُڪار،
انساني آڌار ڇؤطرفو ڇيخون اُٿيون.

## ستاويهين رات

ستاويهين سرت سان، سندرو ٻڌو ست،
چمڪڻ چيتي ۾ لڳس، تاريخن جا تت،
سوريءَ ڪات، صليب سان، سچن جي سنگت،
”جيئڻ ٿورا ڏينهڙا، غار نہ ٿئي غيرت“،
جُڳن جي جيوت، ’مُوتو‘ موت منجهان ملي.

## اٺاويهين رات

اٺاويهين انسنا، باقي ڪين بچيا،
هيڏان همت هوش ۾، هوڏان هوڏ هچا،
سوري سورهيہ ست کي، ڏيندا ڏيهہ ڏچا،
جيڪي سون سچا، ڳچا ٿيندا ڪين کي.

## اُڻٽيهين رات

اُڻٽيهين اڌ راتِ، انڌارو انڌير،
موت متي ماحول ۾، جيوت پاتي جهاتِ،
مارڻ آيو موت پر، ملي ويس ماتِ،
جيتر جر ٿر تاتِ، تيتر باتِ بچي وئي.

## ٽيهين رات

ٽيهين ٽر جي ٽاڪَ، پهتي خاڪ خمير ڏي،
سورهيائي سرهاڻ جي، هوائن ۾ هاڪَ،
سَتي تنهنجي سَت جي، ڌرتيءَ مٿان ڌاڪَ،
وِڪَ وِڪَ وايون واڪَ، لک لک منڌ مبارڪون!







نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورھ ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقو رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محلو، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

## اڻ ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برھ منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com



استاد بخاريءَ سنڌ جي وِڪريل سونهن ۽ ثقافت کي سموهي سِٽن جو روپ ڏنو. ان ڪري ئي استاد جي شاعريءَ ۾ برسات جي پهريُن ڦُڙين تي اُڀرندڙ ڪچي ۽ ڪاچي جي مِٽيءَ جو هُڳاءُ آهي!

سندس شاعريءَ جي البم ۾ ٻين سان ڍڪيل پيپري ڪان وٽي، اَڪن جي ڦُلڙين، ڪنول جي گلن، درياهه جي لُڙئي پاڻيءَ ۾ ترندڙ ٻيڙين جي اڇن سِڙهن کي ڇُهندڙ چنڊ جون تصويرون آهن، جن ۾ پورهيت جي پگهر ۽ محبوب جي مُرڪ جي مهڪار رل مل آهي.

استاد بخاريءَ شاعريءَ جي گَجَ تي وڏيءَ محبت، محنت ۽ ڏانوَ سان اَجهل احساس، اُمنگ، موسيقيءَ ۽ اميد جا شيشا ٽاڪيا آهن، جن ۾ هر پڙهندڙ پنهنجو پاڻ کي پڙهي ۽ پنهنجون سوين تصويرون ڏسي سگهي ٿو. سندس شاعري، سنڌ جي تهذيب، ثقافت جو آئينو ۽ سنڌي لفظن جي کاڻ آهي. سندس هر لفظ ۽ خيال، احساس جي تارُن کي ڇُهندڙ جهرڻن وانگر شفاف، سولو سوَڙو ۽ فطري نظارن وانگر وڻندڙ آهي. هن جي شاعريءَ جي جَڙ زمين ۾ آهي، پر ان جي ٻاڪر ۾ آسمان ٻه اچي ٿو وڃي.

علي دوست عاجز